



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# ماءُ

(اصلوڪو سنڌي ناول)

موهن ڪلپنا

قيمت: ١٢ روپيه

فرينڊس پبليڪيشن
ڪراچي

ان هڪ غريب عورت کي

جنهن فاقا ڪٽڻ پسند ڪيا

ان کان نه پڇيل مگر بيروزگار پٽ کان قلم کسي.

— موهن ڪلپنا

۲۵ سيپٽمبر، ۱۹۷۹ع.

# ليکڪ جي ادبي واقفيت

ٻارن ڪهاڻي :- آم - هڏيا (١٩٤٨)

افسانا :- آواره (١٩٥٣)، لکن (١٩٥٤)، عورت (١٩٥٦)
زندگي (١٩٥٧)، مٽيءَ جي دل (١٩٥٩)، وسواس (١٩٥٩)
۽ پاڇا (١٩٦٣)، ٻهار جي ٻهاڙي (١٩٦٨)
جلاوطني (١٩٧٤)، ڪالر ۽ سماج (اڻڇپيل).
مقالو :- سنڌي ادب ۾ نظرياتي ڪشمڪش (١٩٦٣).
رپورتاج :- اڃا رات باقي آهي (١٩٥٥) سنڌي ۾ هن
شاخ تي پهريون ڪتاب.

ٻارن جو ناول :- سرڳ جي ڳولها (١٩٥٨) سنڌيءَ ۾
ٻارن لاءِ پهريون اصلوڪو ناول.

جيوني :- فنڪار ۽ فيلسوف (١٩٧٣) سگمن آهوجا جي
مختصر جيوني.

آئر ڪتاب :- ٻک، عشق ۽ ادب (١٩٧٥) اصلوڪو نسخو
پاڪستان سرڪار طرفان ضبط ٿيل.

ترجما :- مرحوم پرسرام ولڀا جو ناول "پرڀاتا" اڻ ۾
لکيل ۽ ڇپيل، موهن ڪلپنا طرفان پورو ٿيل.
"زندگيءَ جو روپ"، انڪري ساهتيءَ سان لکيل
ڪهاڻي. "ڀاڳيءَ مٽي جهوپڙا" ڪرلج ۾ ٻارهن ليکڪن
سان لکيل تجرباتي ناول جي ڪهاڻي.

# زندگيءَ جي ونڪڻ ۽ ان جو داگرو

مشهور ناول "جلاوطني" هند ۾ ۱۹۷۴ ۽ سنڌ ۾ ۱۹۷۵ ۾ ڇپيو. ان مهين بعد "ڪنگال آلمالون" ناول سنڌ ۾ ورتي ۽ طارق اشرف جي سنڌي رسالي ۾ "لون مهنجي سنڌ رنا جو آراپ آهن" عنوان سان ڇپيو. جلاوطنيءَ لـــي سنڌ ۾ بندش پيئي. ڪامريڊ طارق اشرف کي جيل اماڻيو ويو ۽ پاڪستان جي انگريزي، اردو، پنجابي ۽ سنڌي روزاني اخبارن ۾ جماعت اسلامي جي پيچ لڪائي مولڪي پاڪستان جو دشمن اولين سڏيو. انهي رسالي ۾ اڳين ۾ لکيو ته "موهن ڪلپنا جي رس ۾، فن ۽ فڪر ۾ پنجن هزار سالن جي مڪاري ۽ عياري پــرزال آهي. ته موهن ڪلپنا، سنڌ جـي مسلمانن کي، سنڌ ڌرتيءَ جا واسطا وجهي، پاڪستان کان الڳ ڪرڻ تي چاهي." طارق اشرف زار زمين هليو ويو ۽ پڪڙجڻ کان اڳ ان پهاڙ کان نوو ڏيئي ياڻ بچائڻ چاهيو، مگر هو ضربجي پيو ۽ گــرفتار ٿي ويو ۽ سندس لکيل خط موجب سنڌ جي رسالن ۽ پريس تي پاڪ حڪومت جي بندش جو حڪم ڪارڻ سنڌ ۾ جلاوطني ناول جي اشاعت هئي. هند ۾ ڪن جمسڪهي عالمن سائين ناول تي مولڪي پاڪستان جو ايجنٽ ڪوٺيو، مولڪي مسلمان ايجنٽ جي نصيحت ڏني ۽ اها به فتوا ڏني ته موهن ڪلپنا جي گهر کي

مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو، جنهن اڳيان هاڻي سنڌ جا مسلمان اُتي رهائش ڪري سگهن. سنڌ جي اديبن، منهنجي ڪتاب کي ڪٿي به درسي مقالو ڪيو مگر هند جا سنڌي نقاد سنڌي ادبي تاريخ ۾ اول کان ٿيل هنڌي وڏي واد وواد ۾ ماٺ رهيا. ڪن ٻولين ان ڪتاب کي ڪلا جي بنياد تي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي، حالانڪ ڪلا جي بنياد تي منهنجي رچنائن جو پورو جائزو گذريل ٽيهن سالن ۾ هند جي ڪنهن به سنڌي نقاد نه ورتو آهي. شايد اسان وٽ هن وقت ڪنهن ڪتاب جي پرک يا اُن تي تبصرو اُن لحاظ کان ڪيو وڃي ٿو ته اُن ڪتاب کي ساهتيه اڪادمي انعام ملڻ جي ڪيتري صلاحيت آهي.

منهنجي خيال موجب، هڪ رچناڪار جي مکيه خواهش اها رهندي آهي ته هن جي رچنا مختلف رُچين ۽ ذهني لاڙا رکندڙ پاٺڪن مان ڪيتري حد تائين وڃي-واهه قائم ڪري ٿي ۽ اُها پنهنجي نظريه حياتي ۽ فوري-اظهار موجب گهربل رد-عمل پيدا ڪري ٿي يا نه. انعام، سنمان ۽ مبارڪون ٻئي ٽئين ۽ ذهني درجي جون ڳالهيون آهن. مان مطمئن آهيان ته مون کي سنڌ ۾ پڙهيو وڃي ٿو. ڪافي اديب، ڪاليجن جا پروفيسر ۽ سنڌي انقلابي اڃا به مون سان بدليل حالن ۾ خفيا پڻ سان خط و ڪتابت ڪن ٿا.

سوين سڌن سنئواڻن سڌي سادين جا خط پاڪستاني سهنسرشپ جا شڪار ٿين ٿا ۽ مون تائين اڻ پهچن ۽ هن جون اهي شڪايتون ڪيئن طرح مون تائين پهچي وڃن ٿيون.

اديب لفظن جو محتاج نه آهي. هن جي صحيح قدرشناسي سندس ادبي جائزي ۾ سمايل آهي. ان جائزي جا مکيه ٻه شرط آهن: پهريون ته رچنا کي رچناڪار جي پنهنجي ذهن ۽ نظرئي کي ۽ ٻيو پنهنجي نظرئي ۽ تقاضا کي پرکيو وڃي. قميص کي پتلون نه هئڻ ثابت ڪرڻ سولو آهي. ساڳئي وقت اها رچناڪار جي زيادتي چئبي جو پتلون ڏيئي دعوى ڪري ته هن قميص ڏني آهي.

مون "ڪاماڻي"، ماءُ جي ڪردار کي جنهن جو ڏنل خاڪو ڪجهه عرصي کان ذهن ۾ ڪيهيل هئم، حوالدار پيدائڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر ناول لکندي مون محسوس ڪيو ته جڏهن اڄ جي شخص مٿان سياسي، سماجي ۽ آرٿڪ دٻاون جي وجود کي، ڪيئن دسڪي پر جيان اڏائي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو آهي، ان وقت حوالائي ڪردار جي رچنا ڪرڻ اسهاوڪ آهي. ان ڪري ان لحاظ کان پنهنجي ناڪاميءَ جو مان اڳواٽ اعتراف ڪري ٿو ڇڏيان. مون اهو ڏيکارڻ جي به ڪوشش ڪئي آهي ته اڄ جو شخص سورهياڻيءَ سان

زندگيءَ سان مقابلو ڪندي هن ۾ نئي ڀاڻ ڏکن،
محرومين، شڪستن ۽ بيوسيءَ جا احساس ڏيئي جيئي
ٿو، جو هو ڪري ٿو، اهو چاهي نٿو ۽ جو چاهي ٿو،
اهو فقط سوچي ٿو ۽ ڪري نٿو سگهي. مون ڪردارن
جي اندرين ڇڙقاڙ ڪئي آهي، مگر هن جي جا
زندگي هتان وڌيڪ تنگ آهي، ان ڪري گهرا
ماحول ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

— موهن ڪلپنا

گپتا ڀون، C/654
الهاسنگر 421004
انڊيا.

# موهن ڪلپنا جي تحريڪي واقفيت

پورو نالو:- موهن ڪلپنا ٻولچند لالا سبرهاڻي.

جنم جو ڏينهن ۽ شهر:- ڇنڇر ۲۲ نومبر ۱۹۳۰ع،
ڪراچي سنڌ.

تعليم:- مئٽرڪ.

تحريڪ:- جنرل سيڪريٽري، آل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا. سابق سيڪريٽري سنڌي تعليمي ڪاميٽي (لکنو). سنڌي ساهت سڀا (سنڌونگر). سنڌي ليکڪ سنگهه (سنڌونگر). سنڌي ساهت منڊل (بمبئي). سنڌي رائيٽرس گلڊ (دهلي). سنڌو ڪرانتي دل ڪنوينر، سنڌو دل، وائيس چيئرمين، شهيد هيمو ڪالاڻي ٽرسٽ ۽ چيئرمين: انڊو پاڪ برادرهڊ.

---

پتو:- گمٽا ٻون سي. ۶۵۴، الهاسنگر ۴۲۱۰۰۴، ڀارت.

---

مون کي ائين لڳو، ڄڻ هن اڻڄاتي شخص منهنجي
ڇاتيءَ مان ڦٽڙ ڪڍي غبارن ورج ۾ رکي ڇڏيا. اکين
سامهون ڇڙ کا جڳهه ڪري پيئي. ذهن جي آڪاش
۾ هڪ ڪڏهن به ختم نه ٿيندڙ آتشبازي شروع ٿي.
هر شعاع ۾ هڪ روشن چتر.

مان، ماءُ جي لاش جي پيرن کان هيٺ جهڪي
ويس ۽ مون پنهنجا ٻئي هٿ مضبوطيءَ سان انهن
پيرن کي جهليا. انهن مون ڪڏهن به نه ڪيو هو.
انهن مان ڪڏهن به ڪري اٿي سگهيس. مون چيو:
ماءُ، آخر تون مري وئينءَ.

## زيردست

پنهنجي هر ڪهاڻي سنڌ کان شروع ٿيندي آهي ۽
هند ۾ ختم ٿيندي آهي. پنهنجي ڪاڻ ڪهاڻي ختم
نه ٿيندي آهي، اڌوري رهجي ويندي آهي ۽ هر
اڌوري ڪهاڻي اڻپوري رهجي ويندي آهي. اُنجي
هر شروعات مبهم هوندي آهي. ذهن جي لامتش گهر
مکان وقت جي اٿري نه دز ڇڙهيل هوندي آهي،

جو هشمشه کي چاڙهڻ لاءِ، تصور جي خيالي ڪُهڙي سان اُڀي چنڊ ٽوڪ ڪرڻي پوندي آهي.

ڪراچي "لا" ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ سان پهرين ڳالهه جا مون محسوس ڪئي، سا اها ته مان بيحد جوان ٿي چڪو هوس. ٽيهه سال اڳ جي ڳالهه آهي، جڏهن هندستان جي ورهاڱي ۾ ڪي مهنا پيا هئا ۽ مان فقط سترهن سالن جو هوس. مون بعد، لڳاتار گهر ۾ ٽي ٻار گذاري ويا هئا، ان بعد هڪ ڀيڻ ۽ هڪ ڀاءُ هئم. وديا ۽ موتي. ۹ ۽ ۷ سالن جا. پيءُ انگريزن جي جيل ۾ هو.

هو پونا ۾، منهنجي مامي سان گڏ، انگريز فوجي ڇانوڻيءَ ۾ هڪ گروسر هو. "ڪرو يا مرو" هلچل ۾، هڪ انگريز منهنجي مامي کي چيو، "هندستاني ڪتا، ڪڏهن به انگريز شينهن سان پڄي نه سگهندا." نوجوان مامي جواب ڏنس، "ڪُتا، پنهنجي ٻرن ۾ ضرور پاڻکي شينهن سمجهندا."

ڪيس اُن ڏينهن شروع ڪيو ويو. ڪنهن به اخبار ۾ موهن ڀٽاڻيءَ جي شهادت جي خبر نه ڇپي. منهنجو بابا سڪندر ايترو بهادر نه هو. مگر هن نوڪريءَ تان استعيفا ڏني. اها استعيفا منظور ٿي، ان کان اڳ، ڪنهن ڪوڙي ڏوهه هيٺ مٿس فوجداري ڪيس ڪيو. ڪيس ساڍن ڇهن سالن جي سزا ڏني وئي.

مان ڪاليج ۾ ڪنهن ڪمسن ڏانهن اک کڻي نهاريان، ڪنهن دوشيزه اڳيان ڪتاب ڪيرائي ڪو اردو شعر چوان، ان کان اڳ، منهنجو ڌيان ان حسينه ڏانهن ويو ته منهنجو پيءُ جيل ۾ آهي. منهنجو اهو فيصلو ته مان هندستان جو هڪ وڏو بيرسٽر ٿيندس ۽ انتر راشٽريه ڪورٽ ۾ انگريز راڄ کي لتاڙيندس، نه اڌورو ئي رهيو.

زندگيءَ جا ڪيترا ئي ننڍا فيصلا اهڙن ڪن اڏامندڙ گهڙين ۾ ئي ٿيندا آهن ۽ اهو وقت ٺهي من مان اهي فيصلا به اڏامندڙ لمحن جيان گهڙين پل ۾، ذهن جي پولار ۾، شروعات ڪري گم ٿي ويندا آهن. رام باغ، رام ليلا ڪرڻ، راوڻ جلائڻ يا جناح ۽ مهاتما گانڌيءَ جي تقريرن لاءِ بلڪل ٺيڪ هو. باقي پريم ڪرڻ لاءِ برنس گارڊن بهتر هو. انجي پنڌين پاسي گهرا ۽ گهاٽا وڻ هئا ۽ هيٺان عاشقن لاءِ نهيل تلها. جيئن مئتران هال اسٽيشن لي آهي. مان تصور ۾ گهڻا دفعا ان باغ ۾ عشق ڪري آهيس. گهڻا دفعا اکيون مليون. زلف ڪلهن تي پريشان ٿيا؛ مگر انهن مڙني عشقن جو مرڪز، ڪاليج جي ڪا ماه جبين نه، پر لياضي هوندي هئي.

ڪراچيءَ کان اڳ اسين ڪوٽڙيءَ ۾ رهندا هئاسين. لياضي، هڪ بلوچ جي ڌيءَ، اسانجي گهر هيٺان ٿي رهندي هئي. هوءَ مونکي ڇاڇ موڪليندي هئي.

مون مئٽرڪ حيدرآباد مان پاس ڪئي. اڪثر هر ڇنڇر جو، الهندي ڪڇي مان، پنڌ ڪري ڪوٽڙيءَ ايندو هوس. لياضي منهنجو انتظار ڪندي هئي. هن جو پيءُ سڪي مڇي جو واپار ڪندو هو. اڪثر ڪوٽڙيءَ کان ٻاهر رهندو هو.

مئٽرڪ جو نتيجو ظاهر ٿيڻ بعد مان لياضيءَ جي گهر ويس. دروازو کولي اندر گهڙيس. دروازو کليل، پر ٻيڪڙيل هو. هن جي بدن تي فقط سلوار پيئي هئي.

”هاءِ الا!“ ائين چئي هوءَ اندرين ڪمري ۾ هلي وئي. پٺ تي وڏي آرسي ٽنگيل هئي. مونکي لڳو ته ان آرسيءَ ۾ اڃا به هن جي اڀريل ڇاتيءَ جو عڪس پئجي رهيو هو. پاسيرو عڪس. لنبا ڪارا وار، وچولي پيشاني، طوطو انداز نڪ، ڇپن تي لالي، کاٻي ڳل تي اهو تر، جو فقط نزديڪيءَ کان نظر اچي. ڊگهي ڳچي، ڇاتيءَ جي ٻار سبب، جهڪيل گورو جسم.

سوچيم ته غلطي ڪيم. اڳين دروازو نه کولڻ کپندو هو. وري سوچيم ته غلطي لياضيءَ جي هئي ؟ هڪ ٻه، هن چار غلطيون ڪيون هيون. هڪ ته هنکي دروازو اندران بند ڪرڻ کپندو هو. ٻيو ته ڪيس اگهاڙو ٿيڻ نه کپندو هو. ٽيون ته ڪيس آرسي اندرين ڪمري ۾ ٽنگڻ کپندي هئي ؟ چوٿون ته

ڪيس اُتان هلڻو ۽ وڃڻ گهرندو هو. وري سوچيم ته سعديس چوڻين غلطيءَ مان سعديس پهريون ئي غلطيون معاف ٿي، لي ويون. يا شايد آخرين غلطي، منهنجو حوص هو، جنهن سبب، هن کي ان روپ ۾ ڏسي پهريان مان دنگ رهجي ويس ۽ پر پوءِ خوشي محسوس ڪيم ته سالن کان من جو ارمان ته مان ڪنهن عورت کي ننگو ڏسان، پورو ٿيو هو ۽ ائين سمجهيم ته شاديءَ کان اڳ ڪنهن مه لقا عورت جو خوبصورت روپ ڏسڻ جي زبردست سوڀ حاصل ڪئي هئم. ڇو ليڪ لڳو لڳي، سوچيم، اهو خيال ته ان وقت جيڪڏهن مون بدران ڪو ٻيو اُتي اچي ها ته؟

مان به ڪمري ۾ اندر گهڙي ويس. هاڻ نياضيءَ کي سلوار ۽ ڪرتو پيل هو ۽ هوءَ پٺ پاسي منهن ڪري خاموش ويٺي هئي.

”ڪاش مان پٽ هجان ها.“ مون چيو.

هوءَ بلڪل چپ. هنجو جسم به چپ. پٽ چپ. ڇت چپ.

مون نهايت نفاست سان هنجي ٻانهن کي جهليو ۽ کيس چيم، ”مون ڏانهن نهار.“

مگر هن مون ڏانهن نه نهاريو. ڏٺم، سعديس اکين ۾ ڳوڙها هئا.

مون کيسي مان سگريٽ ڪڍيو ۽ سامهون رکيل

ڪئلينڊر غلط وقت ۽ ڏينهن ٻڌائيندا آهن. مون کي
پنهنجو اڳيون وقت ۾ اڪ لڳي. اهڙي ئي رساڪڻي
۾ مصر ۾ پوي ٿه رات گذري آهي يا مهڙو گذرڻو آهي.
ٻئي ڏينهن مون در تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. دروازو
کليو ۽ مون ان کي بند ڪيو ۽ لياضي کان پڇيو:
”ڇو، تو ڪالهه راڙو ڇو؟“

کيس ڪاري سلوار ۽ ڪارو ڪڙتو پيل هو. هن جي
اداس چهري مان شرد پورنما جو نور ڦهلجي رهيو هو.
ڪارين اکين ۾ مايوسين جو سمائو.

چيائين ”جڏهن هو پڇندو، تنهنجو بدن مون کان
اڳ ٻئي ڪنهن کي ڏنو آهي، کيس ڪهڙو جواب
ڏيندس؟“

”هو ڪير؟“ مون هڪو ٻڪو ٿي پڇيو.

”منهنجو ٿيڻ وارو ڀتار.“

”پر اهو ته توکان اهو سوال پڇندو ڪونه.“

”مرد عورت جي پاڪدامنيءَ بابت نهايت شڪي ٿيندا آهن.“

”ڇا توکي ان جو آزمودو آهي؟“

”ڪجهه اندازو بنا آزمودي جي به لڳائي سگهجي ٿو.“

”مگر تنهنجو ڀتار توکي چوندو: ”لياضي، هيلتائين مون تنهنجو فقط اڌ ننگو بدن ڏٺو آهي.“

”ڇا!“

"۽ پاڪدامني، لياضي، عورت جي شرم سان لاڳو ٿيندي آهي. تنهنڪري عورت به پاڪدامن ٿي سگهي ٿي. جي هن جو من پاڪ - دامن آهي ۽ پوءِ تنهنجي لاءِ، مان عصمت، حشمت الله به ٿي سگهندو."

۽ هوءَ چپ چاپ هيٺ جهڪي وئي.

مان بيٺو رهيس.

هن چيو، "ڇا تون مون لاءِ پنهنجو مذهب بدلائي سگهين ٿو؟"

"پيار وڏو مذهب آهي."

۽ مان اهو ڊائلاگ ماري ڪمري کان نڪري ويس. ٻئي ڏينهن جناب عنايت بلوچ سان ملاقات ٿي ۽ مون کيس چيو ته مان لياضيءَ لاءِ پنهنجو مذهب بدلائڻ لاءِ تيار هئس. هن چيو، ان جو جواب توکي سڀاڻي ملندو. ۽ سڀاڻي ڏسان ته لياضيءَ جو ڪو پتو ڪونهي.

مذهب ٻه دليون ملڻ نه ڏنيون. مذهب ٻن ڀائرن کي گڏ رهڻ نه ڏنو ۽ هندستان آزاد ۽ ان جو ورهاڱو ٿي ويو. مان به ڪراچيءَ هليو آيس ۽ ڪراچي ڇڏڻ کان اڳ، ڪاليج جي ڊاڪٽر، سشما کي چيو هئم، "توکي مان وٺان ٿو ته - مگر تون به مون کي وٺين ٿي. خبر اٿئي ڇو - تنهنجي شڪل منهنجي پريميڪا سان ملي ٿي اچي."

"تنهنجي پريميڪا - ڪير؟"

"ڪا آهي."

"يعني مان نه آهيان."

"تون به نه سگهين ٿي."

"ڪير آهي هوءَ. ڪٿي رهندي آهي. نالو ڇا اٿس."

"مسلمان آهي. نه معلوم ڪٿي رهندي آهي. نالو اٿس نياضي."

"ڇا! تون هندو ٿي مسلمان ڇوڪريءَ سان پيار ڪرين ٿو؟"

"پيار جو ڪو مذهب نه ٿيندو آهي. ڏس سشما، تون ساڙهي ٿي پائين ۽ هوءَ سلوار ڪڙتو. بس ڪپڙن جي ڪٽ جو سوال آهي. شرير ۽ آتما، نه هندو ٿئي ۽ نه مسلمان."

"بابا، مان نه ڄاڻان ٿي، مٿان تنهنجي پرسان منهنجي آتما کي ڀاڳ لڳي وڃي. عجب آهي، شڪل منهنجي ۽ سڳون لهڻ ڀين جون." ۽ هوءَ هلي وئي.

دراصل اڳئين ڏينهن سشما به مون کي هڪ حملو ڪري منهنجي ئي لڪفليءَ جو مرڪز لـــي وئي. هن چيو "ڇو، توکي ڇا صرف به پتلولون آهن؟ اڇي پهرڻ ۾ تون پتلو ۽ ڪاري پهرڻ ۾ ڪلارڪ لڳين ٿو."
۽ هوءَ زور ڏيئي کلڻ لڳي.

نياضيءَ چيو: اڇي پوشاڪ ۾ تون شهزادو ٿو لڳين

هيرا" ڪيترو فرق آهي، مون سوچيو هو. لياري ٽوڪ ۽ سدما شهر هئي. لياري وقت تمدن سدما وقت تهذيب هئي. تمدن انسان جو اسٽوڊيون روپ ۽ تهذيب ڪهڙي جو اکهه ڏسندي آهي.

يا شايد سعدا جي ڏئوا سان منهنجو آئر ضرئيو هو ۽ مون ڪيس پوري زور سان اهو جواب ڏنو هو ته تون منهنجي چاهت جو مرڪز نه، محض واهڻ آهين. مان تو معرفت ڪنهن بئي منزل، ڪنهن بئي خواب ٿي تو پهچان ۽ هوءَ منهنجي خوابن جي ڏاکڻ ڪندي، خود ڪاليج جي ڏاکڻ تان، منهنجي زندگيءَ مان هٿ لهي، پاهر هلي وئي.

شايد ڪا ٽئين ڳالهه نه ٿي.

لياري به نه هلي وئي. ڪيس جيءَ پري چاهيو هئم. ٽيهه سال گذري ويا آهن. اڄا به ڪيس چاهيان ٿو. شايد لڪڙ ڪيم. اوڙو ٽرسان ها. مان سوچي به نه سگهيس نه عيامت بلوچ اهڙو بزدل انسان ٿي سگهيو ٿي. مان اِن جو به اندازو نه لڳائي سگهيس نه ڪي آلمانون ۽ ڪي شرير هندو ۽ مسلمان به ٿيندا آهن.

شايد ڪن ڏينهن بعد اميءَ پڇيو، ”چگو حقو ۽ اهو نه پڏاءِ، لياري شهر جو ڇڏي وئي؟“

”لياري - ڪهڙي - هيمين؟“

"ها."

"خبر ناهي. توکي خبر آهي ڪيڏانهن ويئي آهي؟"

"عنايت بلوچ مون وٽ آيو هو."

"عنايت بلوچ!"

"هن تنهنجي ڳالهه ڪئي. مون کيس چيو ته پال حدو مسلمان ٿئي."

"تو انهن چيو، امي!؟"

"هن چيو: ضرورت نه آهي." جشو ۽ لياضي مسلمان نه هوندي به زال مڙس ٿي رهي سگهن ٿا. مگر ڪلياڻي، هينئر ملڪ ۾ اهڙي هوا پيئي لڳي، ڪجهه جاڻين ٿي. جهڙا حال آهن، سنڌي هندن کي شايد سنڌ ڇڏڻي پوي. ان حالت ۾ جشو ۽ لياضيءَ جو وهانءُ ٻنهي لاءِ مصيبت ڪري ڪندو."

"امين، تو هڪ خيالي ڊپ سبب هنکي ڪو جواب نه ڏنو ۽ مون سان ڳالهه به نه ڪيئه."

پر کيس جواب ڏيئي پڇتاءَ جو احساس ٿيو. سوچيم پيءُ جهل ۾. ماءُ شوم. مٿان پٽ جي عشق جي ناڪاميءَ جو ڏک. وري مذهبي ٽانگ ۽ داب.

"پٽ، مذهب انسان جو وڏو دشمن آهي. مان لوڪان ني درجا گهٽ پڙهيل آهيان، مگر مون دنيا جي تاريخ پڙهي آهي. انگريز جڏهن هندستان مان ويندا، تڏهن هندن ۽ مسلمانن کي ورهائي ويندا ۽

هن وقت مسلمانن ۾ اڪبر اعظم جهڙو ڪو اڳوان ڪونهي، جو گرونانڪ جيان هندو مسلمان ايڪتا لي زور ڏئي. هندن ۽ مسلمان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جون شاديون ٿين ۽ اهڙو سنو واٽو معتدل پيدا ٿئي جو مذهب جي نالي ڇڪتاڻ پيدا ڪرڻ واري شخص کي جيل ۾ وڌو وڃي. ڪڏهن ڪڏهن پٽ، اکين جي سامهون سپنن جا نهيل محلات ڍهي اچي پٽ پوندا آهن. لياضي مسلمان ڪونهي، هڪ هندوءَ جي محبت جو تاج محل آهي.“

اهو منهنجي نالي صحيح ڪيو يا غلط جو منهنجي ماءُ ڪلهاڻيءَ کي هن ڪالوينٽ ۾ وهاريو. نالو جي ڪتاب پاڻ پڙهندو هو، سي اَمينءَ کي ڏيندو هو. ڪونڙيءَ جهڙي لنڊڙي شهر ۾ به اهي انگريزي ڪتاب پڙهندي هئي. خريد ڪندي هئي ۽ حيدرآباد مان نالي ونسان گهرائيندي هئي. هنجي هر جاچنا پلهان ڪو تنطو يا درد جي ڪا علامت هوندي هئي. ماءُ کي انگريزن جڏهن شومت ڪيو، تڏهن ڪيبت مان سنڌس هڪ درس ڪبي، چاليءَ سان لڳالي مانند ميمڻ ۾ رولڻ لڳي. ٻاٻا جيل ۾ ويو ۽ رکي رکي پيٽ لئي رکيل نوٽي ڏانهن لهاري ۽ انگريزيءَ جي ڪا ڪونا ڍهرائيندي.

اَمين صحيح هئي. مون اَمدن جهڙي ممتاز بيگم

وڃي لڳي، اڳين ۾ ڪاڇ ڪاهيو هو. ڪراچيءَ ۾ ڪلڪتي وڃان ٿا لنگهي ڇڏيون. لوئرس لڳ ٿي وڃان ٿا فرنٽير هال ۾، ليڊيءَ جي ياد هميشه ستائيندي رهندي. ڪڏهن ڪڏهن نظر ڏوڪو به ڪائي. مان اڳيان ڏسان: ليڊي نه ڏ آهي. مگر ليڊي نه ليڊي، ڏسڻ ۾ سٺا به نه اچي.

مان قاعدو سکڻ ۽ شاعري ڪرڻ لڳس. هڪ ڏينهن مامي موهن جي هڪ دوست غلام مصطفيٰ چيو: ڇو، تون نوڪري ڇو نٿو ڪرين؟ - آخر ماءُ کان گهڻا سال ڪپڙا سبائيندين؟ - ۽ هن مون کي ڪراچي صدر ۾ پي. ڊبليو. ڊي. ۾ ٽريسر جي نوڪري وٺي ڏني. جهرڪ ڏوبزن ۾.

هڪ ڏينهن تار آئي: بابا اچي رهيا آهن. بندر روڊ کان شروع ٿيندڙ رستو مئڪلوڊ روڊ ٿي ختم ٿي ٿيو. اُن رستي جي سامهون پل هئي. مان اتي وڃي بيٺس. بابا لاهور ميل ۾ آيو. دروازو کولي گاڏيءَ جي ٻاهر بيٺو هو. اسان جو گهر پاسي ۾ هئو. ٻولس روڊ جي شروعات ۾، ساڄي پاسي جي. اوه ڏي سي. جو خالي پلاٽ، پوءِ هڪ بلڊنگ. پوءِ ننڍو رستو ۽ پوءِ اسان جي بلڊنگ. بلڊنگ جي سامهون ڪراچي ٽيليگراف آفيس جو پٺيون پاسو. مان ڏکون پائيندو گهر ويس. اڌ ڪلاڪ اندر وڪٽوريا گاڏيءَ ۾ بابا نه پهچي ويا. بابا ڪجهه وقت موٽي ۽ وديا کي پاڪي پائي امين

کي ڏسڻ لڳو. مان بابا جا پير ڇهي ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيس. سارا چار سال ۽ ڪوڙي الزام هيٺ جيل ۾ هن ڪيئن گذاريا هوندا، سو سندس چهري جي سختيءَ مان ظاهر هو. جيڪڏهن هو خون ڪري اچي، ته به هنجو منهن اُن کان وڌيڪ سخت نه ٿئي. سندس اکين جي سامهون انگريزن منهنجي ماميءَ کي گولي هڻي ماريو هو.

نوڪري ڪرڻ مان مون کي لڳو ته مان ٿورو وڏو ٿيو هئس. مگر بابا اڳيان پاڻ کي ننڍڙو محسوس ڪرڻ لڳس. سوچيم ته هنکي ڀاڪي پايان ۽ چوان ”منهنجا بابا - ڪيئن آهيو - انگريزن توهان تـــي ڏاڍا ظلم ڪيا آهن نه -“ ان وقت اهو به خيال آيم ته نياڻيءَ سان عشق ڪرڻ کـــان مون لاءِ دستي ۾ ناهڻ بهتر ٿئي ها - آڏاڻي چڙيان ها سامراجوادي انگريزن کي - هڪ ٻن، ڏهن کي. پر هو به ته ڪنهنجا پٽ، ڪنهنجا ڀيءُ، ڪنهنجا مڙس، ڀاءُ ۽ دوست هوندا. هي بيوقوف اهو چو نٿا سمجهن ته جنم هڪ آهي. هـــيءُ شخص، جڏهن ٻين کي مارين ٿا، جيلن ۾ وجهن ٿا، لوٽ کسوٽ ڪن ٿا، سندن ٽڙيءَ مان ڪاڏو ڪيئن نو هيٺ نهي؟ زندگي، ڇا، ڪنهنکي ڪجهه سيکاري نٿي؟-

بابا، اميءَ ڏانهن نهاري چيو، ”ڪلياڻي، ڇاهه جو هـــڪ ڪوب پيار.“ مون ڏانهن نهاري، ”لون

اڄڪلهه ڇا پيو ڪرين؟“

”نه پڙهان ٿو ۽ نوڪري نه ڪريان ٿو.“

”پيو ڪجهه.“

مون سوچيو شايد اميءَ ڪنهن سياسيءَ واري ڳالهه لکي آهي. چيم، ”پيو ڪتاب پڙهندو آهيان.“

”ملڪ جي راڄنيتيءَ ۾ ڀرو ڪو نه پيو وٺين؟“

”راڄنيتي!“ مون چيو، ”بابا، راڄنيتي اسانجي ڪٽنب کي ڏاڍي مهانگي پيئي آهي.“

بابا جي اکين ۾ اڻلکو پاڻي ظاهر ٿيو.

”ڀلا گهڻا سال ٿيا آهن، تو مون کي زور نه ڏنا آهن.“

”بابا - آخر ڏکن جو وقت گذري ويو.“

۽ جڏهن مان بابا کي زور ڏيڻ لاءِ سندس ڪمري ۾ ويس نه ڏٺم: مولي ۽ وڏيا ڪيس زور ڏيئي رهيا هئا. امي پاسي ۾ گوڏن ڪان ويٺي هئس. اهو منظر اکين کي ڏاڍو وڻيو.

مان خوشيءَ مان هيٺ لهي ويس. پرلس گارڊن جي چپر لي ويس نه ليلاصيءَ جي ياد آئي. سوچيم، هاڻ مان آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ ٿيندس. شايد منهنجو ناڪام عشق مونکي ڪامياب انقلابي بڻائي ڇڏي.

ٻيءَ واٽ مان ڪانگريس جي دفتر ۾ ويس ۽ چيم ته دفتر ۾ منهنجو نالو لکو. هڪ حليم انسان ۽ دفتر جي اڳوان چيو، ”نالو ڇا جو؟ پهل ڪنهن سرگس ۾

گھسي وڃ. مهاتما گانڌيءَ جي جنگ جا نعرا هئا. اهڙا سرڪش لوڪ کي سياست سيکاريندي.”

“مان ام ناهڻ ٿو چاهيان.”

“پر. ڇا لاءِ؟ انگريزن لاءِ ستياگره وڏو بم آهي. باقي اسان جو عقيدو اهنسا پرمو ڌرم آهي.”

مون کي ان شخص ۾ اهڙي نه ڪمزوري نظر آئي جو جيڪر ڪم کيس ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ چوري ته شايد سندس ساهه جو پکي اڦت مري پوي. مان نااميد ٿي ٻاهر نڪري آيس.

ان ڇهن ڏينهن ۾ گانڌي ڪالي ۾ انقلابين جي هڪ دفتر ۾ گهسي ويس. اتي هڪ ڪاڪ پوش انقلابي ويٺو هو. هنجي لمبي تقرير جو نچوڙ اهو هو ته هندستان لاءِ ان سماجواد جي ضرورت هئي، جو ڀڳوت گيتا موجب ماڻهن کي سيکاري سگهي. رام ۽ ڪرشن جي نالي کان سواءِ هندستان جا ماڻهو ڪڏهن به سماجواد قبول نه ڪندا. باقي هندستان ڪو روس نه آهي جو هتي ٻر ناهي دشمن لاءِ هميا وڃن.

اتان به نااميد ٿي مان ڪميونسٽ پارٽيءَ جي آفيس ۾ ويس. دفتر ۾ ڪتاب مليا ۽ جيئن ويو ته انهن ڪتابن جو ڀرڻ ايهاس ڪر ۽ پوءِ اسان کي پنهنجو منهن ڏيکار. ڪل ٽي ڪتاب هئا. ڪميونسٽ مئنيفيسٽو، ڪارل مارڪس ۽ لينن جون جهوليون.

مون انهن ننڍي ڪتابن جو گهرو مطالع ڪيو، مگر مان ڪنهن مُدت ڏيکاريان، انڪان اڳ هندستان جو ورهاڱو ٿي ويو. ڀاڱي حالتن جو جائزو وٺي، روزگار خاطر بمبئي هليو آيو ۽ آخر ۾ ڪلياڻ ڦوجي ڇانوڻيءَ ۾ اسان لاءِ جڳهه حاصل ڪيائين ۽ ڪنهن ڪمپنيءَ ۾ ڪيس عارضي نوڪري ملي.

سواءِ وڏي هٿرڪ سبب اسين ڪن ٽن لاءِ ٽپي ٽالي پاسي وڃي رهياسين. مان نوڪريءَ لئي هٿس جو ٦ جنوري ١٩٤٨ع ۾ ڪراچيءَ ۾ آيل مهاجرن فساد ڪيا. ۽ چار سک ۽ هندو اُقت ماري ڇڏيائون.

مان ٽرام پڪڙي گهر ڏانهن ڀڳس.

خبر هئي مهاجرن جو هڪ ٽولو اسانجي گهر لئي ڀ ڪاهي آيو هو. مگر هو امينءَ کي مارين، انڪان اڳ امينءَ کين چيو، "اوهين شايد پنهنجي ڌرتي هندستان ڇڏي سنڌ ۾ آيا آهيو انڪري هن ڌرتيءَ جي ماڻهن جو اوهانکي ڪو خيال نه آهي. توهانجو ڪهڙو مذهب آهي جو اوهانکي هڪ انسان جو خون ڪرڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري. مارڻ مولڪي، ڪري پنهنجو ارمان پورو."

ٻاڙيوارن ڀڄايو ته مهاجر شرمسار ٿي واپس وريا. شايد سندن دل ۾، هندن لاءِ نفرت ڪان وڌيڪ، پنهنجي اُن ڌرتيءَ جو وڇڙڪ ڪهڪاءُ پيو جا هو

مذهب جي نالي هندستان ۾ چڙهي آيا هئا.

هڪ پاڙيسريءَ چيو، "ڪلياڻيءَ جو اهو روپ ڏسڻ جهڙو هئو. هن پنهنجي ٻارن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ بي ڊپي ٿي مهاجرن سان مخاطب ٿي. ٻارن ۾ جيترو هراس هو، اوتري دهشت ڪلياڻيءَ جي چهري تي هئي. ساڳئي وقت ائين به لڳو ته جيڪڏهن مهاجر مٿس حملو ڪن ها ته ڪلياڻي هيٺ جهڪي ٻارن کي بچائي ها ۽ پاڻ مارجي وڃي ها. خبر نه آهي ته ڪلياڻيءَ ڌرتي ۽ مذهب جو ڪجهه، ان پنگ سان ذڪر ڪيو جو مهاجر چپ ٿي واپس هليا ويا."

مون اهو سڀ اکين سان نه ڏٺو مگر ان هوندي به اهو منظر جڻ اکين ۾ اٽڪيو پيو آهي.

مان ماءُ وٽ ويس.

هن چيو، "عنايت بلوچ جي ڳالهه صحيح نڪتي."

"نه ڄاڻ اسانکي هندستان هلڻو پوندو."

"مان نه هلنديس. مان جنهن زمين تي ڄائي آهيان، ان زمين تي جيئنديس، ان زمين تي مرنديس. سنڌ، سنڌين جي آهي. مهاجرن جي نه آهي."

موليءَ چيو، "پاڻو، تو ٺيڪ پنهنجي سچائي هئي نه، ڇوڙ اها ڪٿي ويا."

ان کان ماءُ تي آيل مصيبت کان وڌيڪ مونکي پنهنجي پيءُ جو ڏک ٿي پيو. پنهنجو ٻارڙون ڀڳهار

امينءَ کي ڏٺو هئم ۽ هن ٻورا پڻسا ڪرڻ لاءِ ڏنا. مون هڪ ٽيمن پيسٽ سپاٽي ان اميد سان ته ناڻو ڀل ڪا نياڻي مولڪي شهزادو نه ڇوي مگر ڪا سٺما مولڪي ٻئلر يا ڪلارڪ به نه ڪوئي ۽ ٽي سکڻيتو نه مولڪي ڏ، آن پينت کي ڏسي ڪا باغ بهار منهنجي زندگيءَ ۾ اچي! مگر آن پيسٽ لي حق ڇماٻو مهاجرن - پيسٽ ڪٽي هليا ويا. سوچيم ته ان حالت ۾ آن ڌرتيءَ تي ڪيئن رهي سگهبو ۽ ماءُ لي ارمان ڪاڏ ۾، جڏهن سنڌ ته چڙهڻ جو خيال ڏيکاريو. هوءَ ڪيترو صحيح هئي، انهو انداز مان ٽيهن سالن ڪالهوءَ تي لڳاتي سگهيو آهيان. مون سوچيو: ڌرتي هر طرف ڌرتي آهي. پاڻي جيئڻ ۽ سلامتيءَ لاءِ گهرجي.

چيم، "پارن جي حالت ڏس. ڪيترو حراس سهي سگهندا هيءَ. مان هن ڌرتيءَ تي رهڻ نٿو چاهيان. هن ڌرتيءَ تي نياڻيءَ کي مولڪان ڪسيو ويو."

"وقت اٽانو آهي، مان مڃانٿي پٽ، مگر هيءَ نادانيون سڀ مذهب کي نه سمجهڻ سبب تي رهيون آهن."

"مان نه مڃيندس. تو خود مڃيو آهي ته مذهب انسان جو سڀ کان وڏو دشمن آهي."

ڪي ڏينهن ماءُ پٽ جي وچ ۾ رد بدل هلندي رهي ۽ آخر هڪ ڏينهن آيو، جڏهن امينءَ ها ڪئي.

اُن رات اهي ڏاڍو رلي هئي. در اصل اُن رات بعد مون اميءَ کي ڪڏهن به کلندو نه ڏٺو.

اُٺ گاڏيءَ ۾ چڙهي اسين ڪراچي بندر آيا سين. هوءَ چپ چاپ گاڏيءَ ۾ ويٺي هئي. بنرنس روڊ، فريئر روڊ، بندر روڊ. لائيٽ هائوس. ميونسپل بلڊنگ ۽ پوءِ هڪ شاهي رستو. ڪجهه منهنجي تصور جي چند ڦوڪ ڪري ٿي پوندي. اُٺ گاڏي هلندي وئي ۽ اسين سنڌ ڌرتيءَ کان، هرڪنهن، هر پل اڳ اڳ پري ٿيندا پيا وڃون ۽ جڏهن جهاز، ڪراچي بندر کان هلڻ لڳو لڏهن اميءَ چيو، ”مارئيءَ کي ماڙ نصيب نه ٿيو، مگر ڪلياڻيءَ کي شايد سنڌ وري نصيب نه ٿئي.“

## استعيفا

هڪ ماءُ جي دلهن کي اڄ مان جيترو سمجهي سگهان ٿو، اوترو شايد ٻيو ڪير به سمجهي نه سگهي. جيئن ڌرتي هر هنڌ ساڳي هوندي به هر هنڌ الڳ هوندي آهي ان ريت ماءُ به آهي. ماءُ اُن ڌرتيءَ مانا لاءِ ڳوڙها وهايا، جا ڌرتي منهنجي به ماءُ هئي. اسانکي ڪڏهن به روڪيو يا سمجهايو نه. اميءَ خود سمجهايو، مگر، ”يا رب نه وهه سمجهي، سمجهي نه مري ياس“ جي ٻالهه هئي. تنهن جالم اُها ڌرتي، اهي شهر ۽ ڳوٺ، گهٽيون ۽ ماڙا منهنجي من ۾ آلما

کي اهڙو ڇڪيندا جو مان آزاد هندستان جي زمين
تي پاڻکي بيگانو سمجهڻ لڳندس ۽ ڊپ ۽ آزادي
منهنجي آتما جي ڦٽن کي ڇتائي نه سگهندا. مونکي
اهو به خيال ايندو آهي ته اسانجي نظام ۾ عورت
ڪيتري نه ڪمزور آهي. آخر منهنجي ماءُ کي منهنجي
ڏاڏاءُ اڳيان جهڪڻو پيو ۽ مون کيس جلاوطن ڪري
ڇڏيو. اُها بيوسي ۽ لاچاري سندس اکين مان لياڪا
پائي رهي هئي ته هنجو سنڌ ڌرتيءَ سان اٿاهه پيار
هو، مگر هوءَ اُتي رهڻ کان بيوس هئي.

ڪلياڻ پناهگير ڇانوڻيءَ ۾ اچا انگريز فوجي رهيا
هئا، جڏهن بابا، بمبئيءَ جي نوڪري ڇڏي، اُتي
هڪ ننڍو پيشو شروع ڪيو. ساس ٺاهڻ جو. ڪافي
خالي بوتلون خريد ڪيائين. ليبلون ٺهرايائين. ساس
ٺاهڻ جا ڪتاب پڙهيائين. مگر هو اُن ۾ ڪامياب نه
ويو. اسين جڏهن اُن لڪري ۽ گهر پهتاسين ته اُنهن
خالي بوتلن مان بابا جي آتما جو خالپڻو بکي رهيو هو.
اُن ڏينهن مون فيصلو ڪيو ته مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن
ساس نه ٺاهيندس.

سنڌ مان اسان فقط بسترا، برتن ۽ ڪتاب کڻي
آياسين. اُهي ئي سولي جون ٻه ٽي ڳالهيون هيون. منهنجي لاءِ
پٽيندن مان هڪ مهاجر کڻي ويا. باقي اُن مان گذارو
ڪرڻو هو. ٻلو واري اهي ۽ ڪالر ڪ واري ڪاري.

هڪ ڏينهن هڪ انگريز فوجي گهر آيو ۽ گهر جي دروازي وٽ ساس جو شيشو ڦٽو ڪري انگريزيءَ ۾ بابا کي چيائين، ”باسٽرڊ، هيءَ ساس انگريزن جي کائڻ جو آهي؟“

هن سان گڏ ٻيا به فوجي هئا. بابا ڪجهه چوي ان کان اڳ مون سندس ٻوليءَ ۾ ورائيو، ”توهان انگريز سولجر آهين، لي سکهي ٿو ته باسٽرڊ منهنجو پيءُ نه توهان هجين.“

هن پستول ڪڍيو ۽ مون چيتي جيان ان فوجيءَ مٿان ٽپو ڏنو ۽ کيس آنڱوڙي هٿي، دسي، اڳيان ڏند پڻ ڇڏيامانس. هو فوجي هوندي به منهنجو مقابلو ڪري نه سگهيو. باقي ٻيا فوجي وچ ۾ نه پيا. بلڪ هڪ ڄڻي بابا کي چوندي چيو، ”سنو ڪينڊ. فيئر گيم ـ هاڻ ڇڏ هنس.“

مون چيو، ”هندستان ۾ انگريز راڄ ختم ٿي چڪو آهي. توهان کي شرافت سان هلڻ ۽ ڳالهائڻ گهرجي.“

مارڪاڊل انگريز زمين تان اٿندي به ڏند ڳولهي بابا کي ڌڪاريندي چيو، ”او ڪي هن ڏندن جي قيمت ڀرڻي پوندي.“

مون کيس چيو، ”اهي ڏند توهان لنڊن جي ڪنهن ميوزم ۾ رکجو. اوهان هندستان ۾ جي ٻه سو سال

راڄ ڪيو، اهي انگريزن ڪهڙي نمست چڪائي، اهي ڏاڍا اهو سڄو يادگار رهندا."

نئين عمر جي فالوورس لاءِ جا ڪي اسوجوان ڏاڍا ڪٺي اوسي پاسي پهچي ويا. سڀ غير سنڌي.

امي اڳيان وڌي آئي ۽ ان انگريز کي انگريزيءَ ۾ چيائين، "مان هن معاملي لاءِ شرمسار آهيان پٽ. جهيڙو انگريزن ۽ هندستانين وچ نه آهي، جو هتو اهو بادشاهي ۽ سوراجيه جو هو. اوهين هتي تورا ڏينهن آهيو. فقط تورو پنهنجي تهذيب جو خيال رکو."

وارداس ڪجهه ڏاڪي پولڪ جي ئي. هو هليا ويا. وري واپس نه آيا. مونکي پنهنجي سورهيائيءَ تي فخر ٿيو. باقي مون مٿن ۾ انهن انگريزن کي ضرور داد ڏنو، جي پڻ برابر عمر جي جوانن جي جهيڙي وچ نه آيا. جهيڙي بعد ڏسان ته منهنجي اڳي پئنٽ ڦاٽي پيئي هئي. وري به ڏاڍو ارمان ٿيم. هڪ پئنٽ سنڌ ۾ مهاجر ڪٺي ويا. هڪ پئنٽ سامراجين برباد ڪئي ۽ باقي هڪ پئنٽ! تو ڪري ڪولهڻ لاءِ هڪ پئنٽ ڪهت هئي.

شايد شما جو لڳايل رحم لهايس ڪهڙو هو. اڪثر پئنٽ پالڻ ولس هوءَ ياد ايندي هئي. يا شايد هوءَ ان، سندس ڦعوا ياد ايندي هئي. پڙهالسي اڏ ۾ هڪر

ٿي ويئي ۽ منهنجو انگريسٽر ٻاهڙ جو سهڻو پيمعد جياڻ ڦاٽي پيو. ٻه چار سنڌي پتلوڻ هيون ۽ هاڻ انهن مان گذارو ڪرڻو هو.

هڪ دفعي، چانهه جو گلاس پي، اچي رومال سان منهن اُگهي، اچي پينٽ ۾ هٿ وجهندي چيو هئم، "چانهه تون مونکي ڏيندين آهين ۽ مکڻ ڇا منهن کي مکيندين آهين."

ليافسي کلي چيو: "کي ماڻهو مکڻ کي چٽيندا آهن."

لڌهن مون ٿهور ڪري هنجي ڇهري ڏانهن نهاريو هو. جڻ ڪنهن گلاب جي گل مٿان مکڻ جي چاڻسي رکي هئي ۽ هن منهن چٽڻ يا ڇهڻ جي ڳالهه ڪئي هئي. لڌهن مون ۾ مشڪيو هو ۽ هن چيو هو تہ اُن پوشاڪ ۾ مان ڪيس شهزادو لڳي رهيو هئس. هاڻ اها اچي پينٽ ڦاٽي پيئي هئي ۽ سندس شهزادي وقت فقط هڪلاڻڪي ڪاري پتلون وڃي بچي هئي.

لڌهن سوچيو هئم تہ منهنجي حڪومت سندس دل تي ٿي هلي. مگر هاڻ مان فقط هڪ پناهگير هوس ۽ هڪ ڌارئي ديس ۾ اجنبي هئس.

جڏهن ٿالهن انگريز انگلينڊ روانا ٿي ويا ۽ هتي جڏهن پهتي ڪولهون سنڌي پناهگيرن لاءِ ڪولهون ويون. سنڌ جي هر هڪنڊ مان ماڻهو هتي آيا. اٽڪل پنجاهه هزار.

اُهو ڏسڻ ۾ ڳوٺڙو، ڪئمپ کان ٻه ميل پري ڪيانڙ مان هلندڙ هيون. پڪن لاءِ ڪئمپن ۾ ڪٿي ٻه وڻ نه هئا، سواءِ اوربيٽ ٽاڪيز پوسان ساڳن جي هڪ بستيءَ جي. رستا ٽٽل. ماڻهو ٻٽرڪن ۾ تو اسيا ويا جن ۾ ڪي ٻه ٽيئون نه هيون. ڇانوٽيءَ ۾ سوٽرن جو تعداد چڱو وڏو هو. رستن ۽ گهرن ۾ ٽيئون نه هيون. گهرن ۾ نل نه هئا. ڪاڪوس ٻٽرڪن کان پري.

اُميءَ چيو، "پٽ، سنڌ ڏرليءَ ۽ هتي ۾ فرق ڏسين ٿو. زالون لوٽا کڻي کلي عام ڪاڪوسن ۾ وڃن ٿيون. اها ڳالهه سنڌي تهذيب خلاف آهي. ڪاڪوس گهرن اندر هئڻ گهرجن."

ڇهين مهني ۾ ٻي خاص ڳالهيون ٿيون. مکيه رستن تي ڪچا دڪان کڙا ڪيا ويا. ڪي اسڪول کوليا ويا. مگر گهٽي ۾ گهٽا مدد ر ٿيا.

مون کي مٽس جاڳيو ته مان ليکڪ ٿيان ۽ اهو مان ٿيس. مان راتين جون راتيون لالٽين جي روشنيءَ ۾ ڪهاڻيون لکندو هوس. مون کي اهو وهم ٿيو ته ڪلا مان ڪنهن بدلجي نٿو سگهي. وڌيا اسڪول ۾ وڃي ۽ مولي ڌيا کڻي، لوڪل ٽرين ۾ اسڪوٽ وٺڻ لڳو. بابا مشڪل ته ڇا ڪري. واشن ٿي الهال مٽس هو ۽ مگر اميءَ چيو، "مون کي مٽس جو ڪاڏو نه ڪهي."

سمنڊي مڇي جو ڪانڊو نه ڪڍيندا آهن. اسان جي تهذيب ۽ ثقافت جي اصول تي ٻڌل آهي."

مان لکڻ ۾ مهو. انقلاب. هن نظام ۾ انقلاب جي ضرورت آهي. ڏکڻ ۾ ڪسان هٿيار کنيا آهن. ڏکڻ مان انقلاب جو سج لڪتو آهي. هندستان ۾ ڪانگريس راڄ کي ختم ڪيو وڃي. ڪانگريس راجائن، نوابن ۽ شاهوڪارن جي پارٽي آهي.

سشما ۽ لياضيءَ جي ياد ايندي هئي. سوچيم ته جيستائين هندستان ۾ ساميوادي راڄ شروع نه ٿيو آهي، مان عشق نه ڪندس. عشق دماغ جو خلل آهي. عشق انقلاب جي جذبي کي ماري ٿو. ان وقت مون اهو وساري ڇڏيو ته عشق به ڪري سگهبو آهي، انقلابي ڪم به ڪري سگهبو آهي، لکي به سگهبو آهي؛ نوڪري به ڪري سگهجي آهي. ۽ هڪ ٻيئڙ سان زندگي گذاري سگهجي آهي.

ڏهن سالن اندر اسان جي شخصي زندگيءَ ۾ به ڳالهيون ٿيون. پاڻيءَ جي سوال تي هڪ عورت جو اميءَ سان جهيڙو ٿي پيو. امي صبوح جو پنجين اچي پاڻيءَ جي قطار ۾ بيهندي هئي. هزار ماڻهن لاءِ ڪل نل ٻه هئا. ستين بجي پاڻي ايندو هو. ان ڏينهن ٺيڪ نل ۾ پاڻي نه آيو. هڪ عورت اميءَ کي چيو، "پهرين پاڻي مون کي ڀرڻ ڏي."

اميءَ چيس، ”مان قطار ۾ بيهڻ آهيان. بيهڻ مان پريشان، ٻوءِ ٿي پيو.“ اميءَ جي قطار وارن گوڙ ڪيو ته بيهڻ اسان جي قطار پوري ٿئي ٻوءِ هو پيون. اميءَ چيو: ٻنهي قطارن مان هڪ هڪ ڪري پاڻي پيون. اميءَ جي قطار وارن نه مڃيو ۽ سامهون واري قطار مان ڪنهن جوشيلي عورت پنهنجي گهاگهر زور سان اميءَ ڏانهن ڦٽي ڪئي. گهاگهر اميءَ کي لڳي، اميءَ پرسان بيٺل وديا کي لڳي. هن جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ هوءَ رڙ ڪري پٽ تي ڪري پيئي. ڪلياڻ جي اسپتال پري هئي ۽ ان وقت ڪا به ٽئڪسي يا ڏانگو ڇانوٽيءَ ۾ نه هو.

مان رات کان لڪي رهيو هئس. آواز ٻڌي ٻاهر آئس. اميءَ وديا کي هنج ۾ کڻي گهر ڏانهن اچي رهي هئي.

مان ڳالهه سمجهي ويس. هاڻ ٻئي قطارون ٽٽي چڪيون هيون. ڏالون گولانيءَ ۾ ميڙ ڪري ان عورت کي مارڻ لڳيون. هڪ اڌ ماڻهن کي خيال آيو: مان ڇا ڪريان؟ — مون هڪ انگريز بهادر کي مار ڏني هئي، مگر مان هڪ عورت تي هٿ ڪين ٿي کڻي سگهيس.

مان زخميل وديا کي کڻي سينٽرل اسپتال ڏانهن ڀڳس، جا الهاس نگر لاهڻ کان ڏهن منٽن جي پنڌ تي هئي. مان ڊڪي رهيو هوس ۽ سوچي رهيو هئس.

مارڪس کي پڙهڻ بعد منهنجو خدا مان وشواس
ڪجهه ڇڪيو هو، مگر مون ۾ سنسڪار بولي رهيا هئا:
ڀڳوان جي لاءِ آهين نه منهنجي پيءُ کي بچاءِ. فقط
هڪ پيءُ آهي مون کي. ننڍڙي معصوم. هن اهڙو
ڪو به ڏوهه نه ڪيو آهي جو هوءَ مري. ڇا هن شهر
جي ماڻهن جو ڪير ڪونهي. لال جي پاڻيءَ لئي جهڳڙو.
سنڌ ۾ نه ائين ڪڏهن نه ٿيو.

اسپتال ۾ مان سڌو ڊاڪٽر جي روم ۾ ڊوڪي
ويس. ڊاڪٽر چيو نه اهو پوليس ڪيس آهي. پهرين
پوليس پنچ نامو ڪاهيندي. تيستائين لون بار کي وارڊ
۾ رکاءِ. ڪيس پيپر ڪيائين. هڪ ڇوڪرو هڪ وارڊ
۾ وٺي هليو. هڪ بڍي نرس آئي آئي. هن چيو:
ڪنهنجو ٿو علاج ڪرائين - بار آهي ڪٿي؟

سوچيم نه منهنجي پيءُ ۾ ڪا به خاص ڳالهه نه آهي.
هوءَ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي ڌيءَ به نه آهي. مگر
مان هڪ ڏينهن هنجي لاش مٿان هڪ سماڌي ٺهرائيندس
۽ اُن تي لکندس:

"هن سماڌيءَ ۾ هڪ ان سنڌي ٻالڪا جو لاش آهي
جنهن پاڻيءَ جي ڍڪ لئي
پاڻيءَ جي جهڳڙي ۾
پنهنجي جان وڃائي."

پاپي يا اميءَ رئو يا نه مگر مونکي ڏاڍو رئو. ان رات
مان مونکيءَ کي ڇاتيءَ سان لڳائي خود به روئي پيس.

سندس آزاديءَ لاءِ وطن ڇڏيو هو، مان ٿو سمجهان. وطن لاءِ آزادي حاصل ڪبي آهي. اسين آزاد نه آهيون، جلاوطن آهيون. منهنجي پيءُ کي ڪنهن جي نه عمر نه لڳي ۽ شايد آزاديءَ هنجي عمر کسي ورتي.

۽ موتي؟ - ڪيس چاليءَ سان لڳايو هئم. خبر نه هئي ته وري ڪيس چالي لڳائيسي نه سگهندس. ٻئي ٽئي ڏينهن رات هڪ ماڻهو ڊڪندو آيو، چيائين: موتيءَ کي ٽڪيٽ نه هئي. هن ٽي-سيءَ کي ڏسي گاڏو بدلايو ۽ هلندڙ گاڏيءَ مان هيٺ ڪري پيو. هو مري ويو. موتيءَ جو لاش پوليس اسپتال ۾ آهي.

مان وري به پڳس پوليس ڏانهن. سوچيم: ڇا هيءَ زندگيءَ جيئڻ جي قابل آهي؟ لعنت آهي مون تي. وڏو ليک ٿيو آهيان. پاڻي پاڻ ٿي، ماءُ کان پڇايم. مزوري مان ڪريان ها ۽ موتيءَ کي ڏيو نه، ڪتاب ڏيان ها. آکاڻيون لکڻ مان ڇا ٿو ٿئي؟ ڪنهن جو ٿو پيٽ ڀرجي؟ موت جو به ڪو منطق آهي؟ - جوابي اچي ان کان اڳ موت. ڇما ڪٽي پيو ماڻهن پنهان گهمي. موت کي موت ڇو نٿو اچي!

ڀڳوان نه ضرور مري ويو آهي. ان کي جيئڻ جو ڪهڙو حق آهي، جو ٻين جي جيئڻ جو حق نٿو تسليم ڪري. هندستان ۾ ڀڳوان ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع تي مري ويو. اسان جا مندر ڀڳوان جي موت جون سماڌيون آهن.

پر لي سگهي ٿو، .. .، ڪر پيو ۽ گاڏيءَ مان ڪري پيو هجي. آن ڌيان ڪرشن جو پنهنجي ساٿيءَ طرف ڏيئي. سيءَ جي ٽپ کان گاڏيءَ مان ڪري پيو. متان هيءُ ڪنهن رام جو يار هجي. پر ڪنهنجو نه يار ضرور هوندو. هيءُ ڪهڙو ديش آهي، جتي يارن کي ڪتاب ۾، ديا ملن ٿا. آءٌ حيرت ۾. مان هن ديس کي ڪڏهن به پيار ڪري نه سگهندس.

۽ مان جڏهن لاش - گهر جي مخصوص ڪمري ۾ پهتس نه جانم هاڻ مون کي ڪو پتاءُ ڪونهي. هاڻ مون کي ڪا پيڙ ڪونهي. رات مون منهنجي چانڪيءَ ۾ منهن لڪائي رنو هو. پر اڄ ڏينهن هو ڪم لي آيو ڇو. مون ڪيس وچڙ ڇوڙيو، ڪير مون کي واپس ڪندو، منهنجي پيڙ - منهنجو پيءُ؟

هاڻ مان ڪا ڪهاڻي ڪا ڪولسا نه لکندس - جوائي آهي. آن سان جيون ۾ ڪا به خوشي ڪو به سک پري نٿو سگهجي. مون جهڙا گهڻا بيوقوف هوندا دنيا ۾. لکڻ لي پندش وڌي وئي. ڏڪي لي، ٽو ٿيون ڪڍهن. اسٽيشن لي سامان ڪڍهي، ٽيڪي ٿوڙي مگر ليڪڪ ا. ٿيو. اولڌه ۾ اڪيون پيد ۽ روشنيءَ ۾ ڪمل سب ختم. هڪ او پهتو ڏڪو ۽ ساءِي ڏڪاءِ. وجود جو ڪسب ڪسب سان نه ملي.

مان محسوس ڪندس ۽ پنهنجي پيڙ جي پاسي کان

هڪ ٻي سماڌي ٺهرائيندس. ٻه شاهي مقبرا ٺهرائيندس. ٺهرائي سگهندس مان؟ اسين خود ٻه مقبرا آهيون ۽ اسان جي اندر اسان جي ٻچڙن ۽ ڪومل ڀاونائن جا لاش سڙيا پيا آهن.

صبوح جو گهر ۾ ٻاڙي وارن جو ميڙاڪو. بابا ٻخار يا ماٺ ڪري پيڙا سبب چادر پائي کٽ تي ليٽيو پيو هو. امي ۽ سڏ ڪري چيو، ”هتو، هي ۽ ٽيلهي ڪڻ. ٻئي ۾ ٻه جوڙا پيا اٿئي. ٻئي وڪڻي، اهن ٽوڙن ٻئسن مان، ٻاءُ جي ڪفن جو سامان وٺي اچ.“

مون چتائي پنهنجي ماءُ جي اکين ۾ نهاريو. هنجي چهري جا خط و خال ان رهت سخت نظر آيا، جيئن بابا جا جيل کان ٻاهر نڪرڻ بعد ڏٺا هئم. نڪرڻ ۾ زندگيءَ کان استعيفا جي طلب.

رستي تي من ۾ چيم: ماءُ، هيءَ پنهنجون ٻئي ٻاهون آهن نه، ٻئي سوان چوڙن سان ٻري ڇڏيندس. ٽوکي گهٽي ۾ گهٽي خوشي ڏيندس. ڪسون منهنجو ٻگوان آهين. تو مون کي رچيو آهي. مان پنهنجي پوڄا ڪندس، ٻر ڪهڙو ٻگوان، آهين ڪسون؟ ٻگوان ٻاي وندا آهن مگر تو نه موت ٻاي چاڙهي رهي آهين. انگريزن ماءُ کي شومت ڪيو. گهٽي ۾ گهٽو تو ٻوڙيو. بابا جيل ۾، تو ٻوڙيو.

عنايت بلوچ، ليڪاريءَ کي وٺي ڪنهن گمنام جڳهه

لي وئي ويو، تہ پوڳيو. ٹوڪان زبردستي سنڌ جي ڌرتي ڇڏائي وئي. تہ پوڳيو. ڪڏهن تہ مٿان گهاگهر ڦٽي ڪئي. تہ پوڳيو ۽ اُن بعد ودِيا ۽ مولي۽ جو موت. تہ ۽ تہ، ماءُ، تہ پوڳيو. ان الفت پيڙا جو ڪو انت آهي، نہ آهي!؟

هي سوليون ڇوڙيون، جي منهنجي هٿ ۾ آهن، اهي ڇوڙيون نہ آهن، تنهنجي پيڙا ۽ قربانيءَ جون نشانيون آهن. مگر ماءُ، مان ٹوڪي ڇوڙيون وٺي ڏيندس مگر ٹوڪي مان تنهنجو پاءُ، تنهنجي ڏيءُ، تنهنجو پٽ ڪٿان آڻي ڏيندس؟!

اُن ڪن ائين لڳو تہ سڀ ڏک، امان مٿان هڪئي وقت ٽپڪيا هئا. اڪل ڏهن سالن جو ننڍو عرصو، مامي جي موت کان وٺي ٍسيءَ، مختصر ٽي، هڪ پالي جي روپ ۾ سامهون آيو ۽ ڇهن من اندر رت جون ندِيون وهائي ڇڏيون.

رت فقط ٻاهران نہ، اندران بہ وهندو آهي. ٻاهر شريرَ ۽ اندران آتما مرندي آهي.

اِيا ڪي ڏينهن گذريا تہ اميءَ چيو، ”هيءَ پڇاڙ ريا وٹ. پهنجي لاءِ ٹورا ڪپڙ اُهراءِ. ڪاپيون، ٻئن ۽ مس بہ وٺي اچ.“

”ڪاپيون، مس ۽ ٻئن ڪنهن لاءِ؟

”تون ليکڪ آهين نہ.“

"مگر لکڻ سان ڇا ٿيندو. ونڊو پاس کان وٺي منڪسم گورڪيءَ تائين هزارين ليکڪن لکيو آهي. ڇا ٿيو آهي؟ چور اڃا به آهن. ڦورو اڃا به آهن. اڃا به جنگيون ٿين ٿيون. اڃا به ملڪ ورهائجن ٿا. مان نه لکندس."

"تو گورڪيءَ جو ڪتاب "ماءُ" پڙهيو آهي؟"

"مون پڙهيو آهي. تو پڙهيو آهي؟"

"ها، مون پڙهيو آهي."

"مگر اهو سنڌيءَ ۾ نه اڃا ڪونه ڇپيو آهي."

"مون انگريزيءَ ۾ پڙهيو آهي."

"سو ڇا؟"

"اها 'ماءُ' مان آهيان."

"مگر تنهنجو پٽ ته انقلابي نه آهي."

"ليڪن آهين. تون لک. سچ لک. هزارين قربانين بعد انسان، انسان بڻبو. تو ڪارل مارڪس جو ڪتاب آلدو نه، اهو به پڙهه. اينگلس کان پئسن جي مدد وٺندو هو. پنهنجي ٻارن جو علاج ڪري نه سگهيو ۽ اهي مري ويا. ڪيسن ديس نيڪالي ڏنائون. سندس جسو جيئيءَ کي ونهائڻ سان گڏ جيل ۾ بند ڪيائون ۽ پوءِ به مارڪس لکڻ نه ڇڏيو ۽ هن دنيا کي ڇوٽڪاري جو رستو ڏيکاريو."

گهڻن ڏينهن بعد مون ٿورو مشڪيو ۽ چيم، "امي

هائي ڪٿي ۽ مارڪوز ڪٿي؟"

"سو ٺيڪ آهي. مون لوڪي ڪارل مارڪس ٺيڪ لاءِ نه چيو آهي."

"مگر مان لکڻ بدران نوڪري ڪريان، اهو بهتر نه آهي؟"

"بن روٽين مان هڪ شخص جو پيٽ ڀرجندو آهي مگر هڪ گيت مان هزار بن ماڻهن جي آسائش لهندي آهي."

مو لکي پنهنجي ماءُ جي ذهانتمنديءَ لي خوشي ٿي. پوءِ به چيومانس، "ڪيترن رپڻ سان ڇا ٿيندو؟"

"استالن چيو آهي: ليکڪ انسان جي آتما جو انجنيئر آهي. انسان جي اندر جي جبل ۽ کاهيون آهن، انهن مان لوکي رستا جوڙڻا آهن ۽ پليون ناهڻيون آهن."

"امي منهنجو اهو وهم نٿي چڪو آهي نه ڪلاڪ بدلائي سگهجي."

"بڪ بدلائي نٿي سگهي، مگر انسان جي آتما جي ديپ کي روشن ڪري سگهجي ٿي. عوام کي سڄاڳ ڪري سگهي ٿي."

"سڄاڳ عوام ڇا ڪندو ـ ورهاڱو ـ فساد؟"

"عوام کي ان غفلت مان جاڳائڻو آهي. تو ڪڏهن سوچيو آهي نه تنهنجي پيءُ جهڙان لوکي پنهنجي زمين نه آهي! ڇو؟ ڪڏهن هندن ۽ مسلمانن کي لڙايو.

جناح ۽ گانڌيءَ — نه. انگريزن. جناح ۽ گانڌي فقط انگريزن جي چال سمجهي نه سگهيا."

"امي، اها ڳالهه تو عنايت بلوچ کي چوڻ سمجهائي."

"عنايت خود اها ڳالهه سمجهي چڪو هو. مگر حالتون خراب ٿي رهيون هيون. پر توکي اجا نياضي ياد آهي؟" سنڌس اکين ۾ پاڻيءَ جي اٿلڪي هلچل شروع ٿي. سوچيم، کيس چوان: تو ئي نه چيو هو؛ نياضي مسلمان ڪونهي، هڪ هندوءَ جي محبت جو تاج محل آهي.

"ليننگراڊ وڃان؟"

"هت ۾ بندوق کڻندين؟" سنڌس آواز بدليو.

"انقلاب لاءِ هٿيار نه کڻڻا پوندا."

"ڀل وڃ. مان توکي روڪيندس ڪانه. نه پڙهائي ويندين ته به ارمان نه ڪندس. مگر توکي پنهنجي قوم لاءِ، دنيا لاءِ ضرور ڪجهه ڪرڻ گهرجي."

۽ هوءَ هلي وئي.

منهنجي سنڌي گهر ۾ هڪ عجيب ڳالهه هئي. بابا مندر ۾ ويندو هو، مگر امي ڪڏهن به نه ويندي هئي. هوءَ ڪتاب پڙهندي هئي. مگر اڳ جي ڀيٽ ۾ ڪجهه گهٽ پڙهندي هئي ۽ خاص ڪري ٻن ٻارن جي موت بعد هن ڪتاب کي هٿ نه لڳايو هو.

مان رات جو، اڪثر ٻاهران ٿلهي تي سمهندو،

هوس. مونکي سيءَ کولڻ پوندو هو. هڪ رات جو
لالٽين جي روشنيءَ ۾ هڪ دفعو وري ڪميونسٽ
پڌرنامو پڙهي رهيو هوس، جو ڏٺم ته سامهون ڪا
ڇوڪري بيٺي هئي. گهر جو دروازو بند هو. لالٽين
جي روشنيءَ ۾ ڏٺم ته هنکي سلوار ۽ ڪڙتو پيو هو.
ڇا هوءَ لياضي ٿي سگهي ٿي؟ ڪير آهي - حقيقت
آهي، سپنو آهي. هٿ ۾ ڪاليداس يا جئديو جو ڪتاب
۾ نه اٿم. پڇيم، ”ڪير آهين تون؟“

”مان آهيان - سرلا.“

”ڪهڙي سرلا.“

هوءَ اڳيان وڌي آئي ۽ پاسي ۾ اچي ويٺي.
چيائين، ”مان هن ئي پاڙي ۾ رهندي آهيان ۽ اُن
ڪم نصيب عورت جي ڌيءَ آهيان، جنهن اوهانجي
اميءَ ڏانهن گهاگهر ڦٽي ڪئي هئي.“

”هيڏي مهل رات جو؟“

”ڏينهن جو ته اوهين ڪڏهن ڏانهن اک به نه کڻو.“

”ڇا تو مونکي بدمعاش سمجهيو آهي؟“

”معاف ڪجو - رات جو ئي مان اوهان سان ڳالهائي
سگهان ٿي.“

”ڇا ڳالهائڻو آهي توکي؟“

”پهرين اوهين مونکي اميءَ جي ڪيل ڏوهه لاءِ
معاف ڪريو.“

"آن بعد؟"

"ٻهراڻ توهان معاف ڪريو."

"آن مان ڇا ٿيندو؟"

"گهڻو ڪجهه ٿي سگهي ٿو."

هوءَ شڪل ۾ سانوري هئي. نياڻي ۽ سنهنا جيان هن جي منهن مان چالاڪيءَ جو شعاع نظر ٿي آيو. مگر ڪجهه مرمريه لڳي. من ۾ سانوڪ ڀاو جاڳائيندڙ.

"زندگيءَ ۾ ڪجهه به نه ٿيندو آهي. فقط انهن ڳالهين جو دهراءُ هوندو آهي. ۽ انهي دهراءَ ڇاڪاڻ جو انسان جي زندگيءَ ۾ ٻهراڻون دفعو ٿيندو آهي، ان ڪري لڳندو آهي ته ڪجهه ٿي رهيو آهي. خير. معافيءَ جي ڳالهه رهڻ ڏي. اسين جيئون ٿا، مون کي ان ۾ شڪ آهي. اسين وجود جو ڀرم پالي رهيا آهيون. ۽ ان جو بوجو ڍوئي رهيا آهيون. منهنجي عمر ۾ هيءَ ڪتاب ڏس - عجب ٿي ڳالهين. پل ڪاڻ. هن ۾ هڪ رستو ڏيکاريل آهي. صديون لڳنديون جڏهن اسين جيئڻ جي قابل ٿينداسين."

"مون کي رهلوي ۾ هڪ سني لسوڪري آهي. جيڪڏهن توکي هڪ نوڪري ڪندڙ زال ملي ته ڇا تنهنجي زندگي بهتر ٿي سگهي؟"

ڪجهه وقت ته مان ماٺ ٿي ويس. پڇيو مانس،

"مگر منهنجي زال کي جيڪڏهن ٻيو روزگار ملندو

۽ هنجي زندگي بهتر ٿيندي؟"

"اوهان جي دک جو ڪارڻ تون اسين ئي آهيون. مان اوهان جو دک گهٽائڻ ٿي چاهيان."

"ڇا احسان ڪرڻ ٿي چاهين؟"

"ايمانئي، احسان ڪرڻ نه، پاڻ لـــي ڪرائڻ ٿي چاهيان."

مون هن جي ڪلهي تي ٻانهن رکـي چيو، "تون ڪافي سهڻي آهين."

"پر تون پيار هميشه سهڻو ٿيندو آهـي." مون ماچيس ۽ سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍي سگريٽ دکايو. ڪاري، لنبي، ڦهليل آسمان ڏانهن نهاريم. پرتون پيار!؟ - منهنجو پيار نه ليلاضي آهي. ليلاضي مون کي ڇڏي ويئي ۽ مان هن جي ڏرلي ڇڏي آهس. هن جي نه، پنهنجي ڏرلي ڇڏي آهس...

"شايد مان اوهان جو پيو پيار آهيان!"

"تون منهنجو پيار آهين، تو اهو ڪيئن چيو؟"

"مان اوهان کي سهڻي لڳان ٿي نه؟"

"ان طرح نه منهنجا هزار پيار ٿي ويندا."

"اوهين ليکڪ آهيو. اوهين لـــ ضرور سڀني نه سهڻا ڏسندا هوندا ۽ انهن سان پيار ڪندا هوندا."

"في الحال، هن وقت، منهنجو سڀ ڪو تون آهين."

هن شايد پڇيو ۽ جي ڪندي ڪـــي ان انداز سان

ڇپو ڪيو جو جيڪڏهن مان ڪيس پاڪر ۾ جهليان ته هن
جو شرير پشم جيان ملائم ٿي وڃي ۽ مون ائين ڪيو،
مون ڪيس پاڪر پاتو. ڇمي ڏني. وري پاڪر پاتو.
وري ڇمي ڏني. مون ڪمبل مٿي ڪري ڪيس پاڻ
ڏانهن ڇڪيو ۽ ڪيس سوگهو جهلي پنهنجي مٿان ڪمبل
وجهي ڇڏيم.

پر مون ۾ رڪي رڪي سوچيم پئي ته آخر هن زندگيءَ
کي ڪو منطق آهي يا نه. گهڙي سان مان ليٽاڻيءَ کي
ته ڇا پر ستما کي به پاڻي نه سگهيس ۽ ان گهڙي سان
سرلا اچي ويٺي منهنجي زندگيءَ ۾.

"ڪافي بي شرم آهيو."

مون ٿورو ڪمبل هٽايو ۽ پس کي نيڪ ڏٺي ائين
وينس. اٿي هوءَ به ويٺي. چيم، "شرم جو شرير سان
ڪو به سنبنڌ نه آهي. اهي مدي خارج لفظ آهن جي
جاگيرداري دور ۾ پيدا ٿيا ۽ جن سرمائيداري دور ۾
پنهنجي معنئا وڃائي ڇڏي هئي..."

هن مون کي اٽڪ ۾ ڪٽيو، "ڇگو، ڪنهن عورت
جو ننگو شرير ڏٺو آهي اوهان؟"

سوال نه هو، جيست چهار جو تيز آواز هو ۽ اُن پنهان
انڪرلڊ؟ دولهي ۾ لماڪي جو عڪس. ۽ هڪ سوال:
هو پهڻدو، ننهنڊو بدن، مون ڪان اڳ پئي ڪنهن نه نه
ڏٺو آهي. مرد، عورت جي پاڪدامنيءَ بابت نهايت

شڪي ٿيندا آهن. ساڳي جذبات شايد عورت کي به
ٿيندي آهي.

مون سرلا جي وارن ۾ هٿ وجهي چيو، ”تنهنجو
بدن ته تنهنجو به نه ڏٺو آهي.“

”هٽ،“ هن ائين چئي منهنجو هٿ هٽائي ڇڏيو.

”تو مون کي منهنجي سوال جو جواب نه ڏنو.“

”هاڻ جڏهن تو مون کي توهان مان تون بڻايو ٿي
آهي ته پوءِ ان جو جواب ڏيڻ نه، پوئين صبوح جو
توکي پاڻمرادو ملي ويندو.“

سوچيم: ڪهڙو ڀروسو آهي ته سرلا به مون کي ساڻس
ڏيندي يا نه. عورت ڪوشش ڪري پنهنجي شرم
جي واقفيت هڪ هند ڏيندي آهي. ۽ اهو هند، هي
ٿي وڃي ته؟- ۽ مون هن کي وري ٻاڪ ڏانهن ڇڪيو.
چيم: ”ڇڏيو، اهو اڪار ڇو ڪم ڪري ٿا ڇڏيو.
راهه اڻ سهال آهي. ٿورو رستو ڏيکاريو ۽ مدد ڪيو.
مون ڪارل مارڪس کي پڙهيو آهي، ڪوڪ مهراج کي نه.“

۽ ان کان ۽ ان کان بعد مستقل، ڪمرن گهڙين
ٻلن ۾ ۽ لهابس ڇهائي ۾ سان ۽ زوردار اصولي مون
محسوس ڪيو، ته دائما هوي نه هوي، مگر زندگي ۾
رس به آهي، سندرتا به آهي. ۽ زندگي کي اهڙيون
گهڙيون ٻڌي سگهجن، جڏهن هن سنسار جي پوري

ٻاهرين سوالن ان اڳيان ڦڪي پئجي وئي.

سياري جي رات آهي. ماڻهو اندرڪن ۽ دروازا ۽ دريون بند ڪري سمهيا پيا آهن. مگر اسين ٻئي جاڳون پيا. ڪا حرڪت ڪري رهيا آهيون؛ جا پياري آهي. مدت بعد سوچيان ٿو ننڊ ڪريان ۽ مون کي ننڊ اچي ٿي وڃي. صبوح جو اک کلي ٿي. سرلا ڪيڏي مهل هلي وئي، اُن جي ڪا به خبر نه پيئي.

اُهي رومانوي گهڙيون ۽ سڄو سنسار سندر لڳندي هجي. مگر مون جڏهن اکيون کوليون، ڏٺم، بلڪل سامهون هڪ سوٽر پيتو هو. کاٻي پاسي کان ٻه ڪتا بيٺا هئا. سوٽر ۽ ڪتا ڏسي مون کي وهم جاڳيو نه شايد ڪو خواب ڏٺو هئم؛ مگر ڪپڙن کي ڏسڻ مان تصديق ٿيم نه زندگيءَ ۾ پهريون دفعو، مان ڪنهن ڇوڪريءَ کي ۽ عورت بڻائي سگهيو هئس.

سوچيم نه ٿورا ڏينهن ڪارل مارڪس ۽ اينگلس کي موڪل ڏجي. عشق دماغ جو خلل نه آهي. زندگيءَ ۾ ڪجهه آهي، جنهنکي ڀوڳڻ گهرجي. واه - واسنا سان شروع ٿيل آرڪيسٽرا ٻڌجي پيو آهي. من ۾ هڪ ڏينهن نه بند نه ٿيندڙ سنگيت وڄڻ لڳو آهي. زندگيءَ جو ڪهڙو روپ سچو آهي؟- وجود جو نرم نازڪ يا جنون جو رس ماڻڻ - يا ٻئي. ڇڏي ڏجي. زندگيءَ جو ڪجهه عرصو ٻارڪي ان جي ارواح ۾ ڇڏي ڏجي. الوداع انقلاب!

بسترو کڻي اندر گهڙيس ته امي چيو، "حشو هيڏانهن اچ."

مان هن جي نزديڪ ويس. "تنهنجي ڳل تي هي ڪارو نشان ڇاجو آهي؟"

"ڪارو نشان؟"

"ڪنهن توکي چڪ ته ڪونه پاتو آهي؟"

"ڪئمپ ۾ ڪتا ۽ سوئر گهڻا آهن. شايد ڪنهن مون کي ذات پائي سمجهي چڪ پاتو به هجي."

مشڪي ڳالهه ٽاري ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ هليو ويس. بابا سمهيو پيو هو. سوچيم: سڙلا به يادگار عشق بڻايو آهي.

ملاقاتن جو سلسلو جاري رهيو. مان ڏينهن جو لکندو هوس ۽ رات جو عشق ڪندو هوس. سوچيندي پاڻ ۾ هڪ نقص ڳولهي ڪڍيو هوم ته مون فتوابازي تمام گهٽجي ٿي ڪئي. مان نقطن تي سوچيندو هوس ۽ نقطن ۾ ڳالهائيندو هوس. بس، سوچڻو نه آهي. جيون جي پرواهه ۾ لڙهي وڃڻو آهي. منهنجي من جي ڪٽوري مٿان ٽراشا ۽ مايوسيءَ جي ڪٽ چڙهي هئي. مون ان کي پيار جو ملمع هڻي سهڻو ڪيو آهي. تمام گهڻو ڀوڳيو آهي مون ۽ تمام گهڻو ماڻيان ٿو مان. مگر مون کي هڪ ڪم ڪرڻ گهرجي. مان ٽرڪي پسند مان لڙڪي پسند ٿي پيو آهيان. هاڻ مون کي نوڪري پسند ٿيڻ گهرجي. مغزن ۾ کاٽيون ڪوتاڻون ۽ ليڪ ڇڏهن ٿا.

ٿو ته ٻه ٽيڇن ٽاءِ پاڻَڪن جا خط به اچن ٿا. مگر گهر ۾ آمدنيءَ جو ذريعو هئڻ گهرجي. منهنجو پاءَ گاڏيءَ ۾ دٻجي ڪٽجي اُن هينان اچي ويو. ڇا مان محبت ڪري ٿو سگهان؟ بابا اڪثر مانءِ ۽ بيمار گذاري ٿو. امي ءَ ۾ سهپ آهي. مگر مان جوان ٿي ته ڇا ٿو ڪريان؟ عشق. اهو پنهنجي جڳهه تي ٺيڪ آهي. مون کي سوچڻ بند ڪرڻ نه گهرجي؛ مون کي پنهنجو بند ٿيل ذهن کولڻ گهرجي.

۽ مون درخواستون موڪلڻ شروع ڪيون. ٻه سئا ويا ٺهراني ڇڪو هوس. هڪ پوسٽ ٻه ورتو هوم.

هڪ لئنب لارڊ وٽان جواب آيو. مئنيجر جي جڳهه خالي هئي. ايئر ڪنڊيشنڊ آفيس. ٻه فون.

مان وقت سر اچي پهچي ويس. باس، جنهنجا ڳل بلڊاگ جهڙا جيان هيٺ لڙڪيل ۽ اکيون سرڪس جي شينهن جيان حراسيل هيون، سوال پڇيو، ”نوجوان، تون ڇا ڪندو آهين؟“

”مان شاعري ڪندو آهيان.“

”مون لوڪان پڇيو ته تون ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟“

”مان شاعريءَ جو ڪم ڪندو آهيان.“

”اسان وٽ ڇا ڪندين؟ شاعري.“ ۽ هو کلڻ لڳو.

ٻيءَ هڪ اشتهار - ڪمپنيءَ کي ”عنوان لکندڙ“ فنڪار جي ضرورت هئي. ان ڪمپنيءَ جي مئنيجر

ساڳيو سوال پڇيو: ”ڇا ڪندو آهين؟“

”نوڪريءَ جي ڳولها ڪندو آهيان.“

”ٻيو ڇا ڪندو آهين؟“

”ٻيو نوڪري ڳولهيندو آهيان.“

”ان کان سواءِ ڇا ڪندو آهين؟

”جڏهن ڪجهه نه ڪندو آهيان، تڏهن شاعري ڪندو آهيان.“

آئي نوڪري ملي وئي، جنهن حالت ۾ ايم. ڪائي گهڻا سال ٿي ويا آهن. زال ۽ ويهين سالن جي هڪ ڌيءَ ايم، جا انگريزي ادب ۾ ايم. اي. ڪري رهي آهي. بابا منهنجي شاديءَ جي ٽيهن سال رت جي داب جو شڪار ٿيو ۽ شاديءَ کان اڳ امينءَ اڳيان منهنجي سس هڪ رنا رکي، ”ڪليمن ۾ ململ چوڻين نمبر ۾ هڪ جڳهه خالي پيئي آهي. شاديءَ بعد حشو ۽ سرلا آئي رهن.“

ضروري هو ته امين مون ڏانهن نهاري. مگر هوءَ مون ڏانهن نهاري ها! هن چيو، ”مان ڌيءَ نيتيءَ خلاف آهيان. حشو الڳ جڳهه ۾ رهي، اهو مونکي قبول آهي مگر هو ان جڳهه جي مسواڙ ڀريندو.“

سس بعد نه ڪيو ۽ ماءِ ماءَ کان پيءُ کان الڳ ٿي ويس. هو پهرين تاريخ رات گهر وڃي ماءَ کي فقط هڪ سؤ ڏيئي ايندو هئس. ان گهر جي الڳ مسواڙ

پڙهندو هئس. مان پنهنجي ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي ياد جا منترا
فقط ذهن ۾ ڳائي سگهيس.

نهرائي مان ڀينتون لئي سگهيس. بابا جڏهن هميشه
لاءِ اکيون پوري ڇڏيون، تڏهن سمجهيم، جڻ اوچتو
منهنجي سر مٿان بيٺل وڻ کي ڪنهن پنهنجي جڳهه
تان هٽائي ڇڏيو هو.

هو لکي بابا جي هڪ ڳالهه ڪٽڪندي هئي، پر
سوچيندو هئس ته جي بابا کان سوال ڪندس ته شايد
بابا ڏک ڪندو ۽ بابا کي مان اٿاهائيءَ وچان ٻه ڏک
ڏيڻ لاءِ تيار نه هوس.

هڪ دفعي سوچيم ته وشواس نه هوندي به بابا
سان ڀڳوان بابت اهڙي ڳالهه ڪريان جيئن سندس من
کي سنتوش ملي ۽ سمجهي ته ستسنگ ۾ وڃي هو چڱو
ڪم ڪري رهيو آهي.

چيومانس، "بابا، ستسنگ ۾ ته سنت پرش ايندا
هوندا. رامائڻ ۽ ڀاڳوت جي ڪٿا ۾ ته ضرور امرت
پيل هوندو."

بابا چيو، "ماڻهن والکر هوشيار ته نه آهيان ۽
تون آهين ناستڪ. مونکي سمجهائڻ تو چاهين؟"

"ڪجهه سکڻ تو چاهيان." مون چيو، "بابا، مان
اوهانکي سمجهائيندس! ڪجهه ٻڌايو."

"ته ٻڌ: پرش، پرڪرتي ۽ پرماتما جو انوفت رشتو

آهي. پرش، پرڪرتيءَ معرفت پرماتما کي پائي ٿو. ڪرم ڪرڻ گهرجي. الياءَ خلاف لڙڻ گهرجي. مگر ان وڌروهه ۾ ڀڳوان کي وسارڻ نہ گهرجي. وڌروهه بہ جاري رکجي ۽ ڀڳتي بہ ڪجي. ڀڳتيءَ سان ذهن جون رڳون چڙهيون ٿين ۽ اندروني طاقت وڌيو وڃي. ڪي لوڪ غريبيءَ اميريءَ جي سوال کي، قسمت سان لڳائي، ماڻهن کي دوکو ڏيندا آهن، جا ڪلپنائي ۽ ٺهنجي خيالات آهي مگر پرماتما جو اپيؤ ڪرڻ سان بہ اها ڳالهہ صحيح نہ لڳندي. ڪرم ۽ ڀڳتيءَ وچ ۾ ڪوبہ جهڳڙو نہ آهي. ڪرم، شخصي، سماجي ۽ سياسي سطح تي آهي ۽ ڀڳتي آتمڪ سطح تي. هي هڪ وگيان جو آهي، جنهن ومت رفتار آهي، پر طرف نہ آهي. روحانيت کي طرف آهي، رفتار نہ آهي. ٻنهيءَ جو ميل گهرجي. بس پٽ مان نہ اتروني جاڻائو."

بابا جي ان وشواس منهنجي جگياسوءَ کي تسلي نہ ڏني، مان روحانيت جي معنيٰ اڃا تائين سمجهي نہ سگهيو آهيان، مگر خوشي ٿيم تہ بابا کي بہ زندگيءَ طرف ڪو نظريو هو ۽ هاڻ آهو بابا بہ نہ رهيو هو.

سندو جاني ۽ سرلا نوڪري ڇڏي. پراويڊنٽ فنڊ جا پئسا بابا جي ڪريا ڪرم ۾ خرچ ٿيا اهي ٻارهن ڏينهن سرلا جو منهن ٿورو لٿل هو. مگر هن زبان مان شڪايت نہ ڪئي.

امينءَ گروھ جو ڀاڱ نہ رکيو. ھنجو ان ۾ ڪو نہ وشواس نہ ھو. مگر ٻارھن ڏينھن ماٺھو گھر ۾ ايندا رھيا ۽ جڏھن ٻارھين ڏينھن رات جو مون ماءُ کان موڪلايو تہ منھنجي نظر ھنجي ٻانھن تي پيئي.

اھي ٻالھون ھيون، مون سوچيو، جن لاءِ مون سوچيو ھو تہ مان سون سان ڀري ڇڏيندس. انھن ٻانھن جي چوڙين مان مون ڪپڙا لھرايا ۽ نوڪري حاصل ڪئي ۽ پنج سؤ روپيا ڪمائي رھيو ھئس. سرلا جي ٻانھن ۾ ٻارھن چوڙا آھن. مونکي ڪڏھن خيال نہ آيو تہ سرلاکي چوان: منھنجا پيار، مونکي ڪجھہ ڏي. ھڪ لنبو رستو طئہ ڪرڻو آھي مونکي ۽ منھنجا ڪي واعدا ۽ ڪي سپنا ۽ ڪي اڻتنا آھن. رابرٽ فراسٽ جيان منھنجي راھ ۾ گھاٽا ۽ گھرا بن آھن. مگر بيھودو منھنجو من. غير عقلپسند. ھاڻ ماءُ جون ٻالھون ھميشہ خالي رھنديون. ھوءَ نہ پائيندي سون. رسمن کي لٿي مڃي. مگر ھن ۾ آتش - شوق ڪھڙو؟ مان ھن لاءِ ڪجھہ بہ نہ ڪري نہ سگھندس.

چيو مالس، "امين ھڪ ڳالھہ آھي."

"ڇا."

"ھاڻ ٻاٻا تہ رھيا ڪونہ."

"انھيءَ گھر ھلي رھان، اڃن تو چوڻ چاھين؟"

"ھا."

”تون مڙي ۾ زندگي گذار، اڄ جي زماني ۾ سس ۽ نهن گڏ رهي ٿا سگهن.“

”ڇا سرلا خراب آهي؟“

”نه.“

”ته پوءِ سس نهن جو سوال ڇاجو؟“

”پٽ، سس، پٽ جي ماءُ ٿيندي آهي ۽ زال گهر جي مالڪڻ. مرد اڃا به هن سماج ۾ زال کي پنهنجو زيردست سمجهيتو. يعني گهر جي، مالڪڻ تنهنجي ملڪيت ۽ تو هتان ماءُ جو حق. مونکي اهو حق نه کپي جو ان سان سرلا دکي ٿيندي.“

موهن ٿورو تيز ٿي چيو، ”سرلا بلڪل دکي نه ٿيندي ۽ مان ڪيس پنهنجو زيردست نٿو سمجهان.“

”پٽ تون به مرد ۽ انڪري غلط آهين. تو مونکان سنڌ ڌرتي ڇڏائي ۽ پنهنجي ٻارن کانسواءِ مان اڪيلي الڳ رهي نٿي سگهيس.“

”امان ماضيءَ جون قبرون کوٽڻ مان ڇا ٿيندو؟“

موهن تيز ٿي چيو.

”موهن جو دڙو ڇا آهي؟ ٻاڪي سڀاڻڪ لاءِ ماضيءَ جون قبرون ضرور کوٽڻ گهرجن.“

”جو ٿيو آهي، انکي اڻٿيو ڪري تو سگهجي؟“

”انڪري بهتر آهي مان سڀان تنهنجي سڪي زندگيءَ ۾ وگهن پوي، مان هتي اڪيلي رهان.“

"نه مان ٻٽي ٻٽي مسواڙ ڏيان."

ڪي گهڙيون هوءَ چپ ٿي وئي. چيائين، "ڇو هيلتائين ڪلياڻيءَ جي ٻج جي قيمت پڇندو هئين؟"

"جيئن توهانجي مرضي."

ٻارهين جي اُن رات جڏهن مان واپس گهر موٽڻ لڳس ته مونکي ياد آيو، هيءَ اُهائي ماءُ هئي منهنجي، جنهن زندگيءَ جي هر ڪن، هر گهڙيءَ پوڄيو هو. جنهن کي مون ڀڳوان ڪوٺيو هو ۽ سندس پوڄا ڪرڻ جو سنڪلپ ڪيو هئم. ڪيڏاهن گم ٿي ويا منهنجي من جا ڪومل ۽ سرينشٺ ڀاو؟ هن مونکي قلم ڏنو ۽ چيو ته لوڻ لک. هن ڪڏهن انهن نه چيو ته لوڻ ڪمائين ڇو نٿو؟ مان هٿيار بند يا انقلابي لهرڪ ۾ ٽپان، هن اُن لاءِ به موڪل ڏيئي ڇڏي بلڪ اهو به حق ڏنائين ته اهو ڪم مان ڪانئس پڇڻ بنا ڪري سگهيس ٿي.

ڪهڙي مٽيءَ جي ٺهيل آهي. چيائين، مان آهيان اها ماءُ، مڪسم گورڪيءَ جي.

پهريون ڀيرو هن مونکي اها چماٽ وهائي ڪئي آهي جو مٿهن مان ڏند گم ٿي ويا آهن. ڇو، هيل-تائين ماءُ جي ٻج جي قيمت پڇندو هئين.

ڪيڏي نه ڇڏيو مون اهو گهر. اُتي رهي سگهيس ٿي. سرلا کو ٻهڪ نه ڪري ها. پهنجن پاڻين واري گهر ۾ هوءَ اڪيلي آهي ۽ هوءَ حساس آهي. ذهين آهي.

هنجي ذهن جي آڪاش ۾ نه معلوم ڪيترا ڇهرا اڀاڙ ٿيندا ۽ ڪيس پيڙا ڏيندا. پر هون جاڻي ٻجهي سوچي سمجهي ڪيس ڪڏهن به نه ڏکويو آهي. ڇو ٻئي مسواڙ جي ڳالهه زبان مان لڪتي. اڃا پراڻا سنسڪار منهنجي اندر مان ختم نه ٿيا آهن. مونکي مطمئن ٿيڻ گهرجي نه مان هنسان نيڪ هليو آهيان.

منهنجو پگهار پنج سو، ڪٽي سٽي هٿ ۾ چار سو اسي رپيا ملن:

| | | |
|---|---|---|
| ١) أمي | ١٠٠ | رپيا |
| ٢) مسواڙ | ٢٠ | ” |
| ٣) بي مسواڙ | ٣٠ | ” |
| ٤) گيهه داليون ڀاڄيون | ١٠٠ | ” |
| ٥) کير | ٢٠ | ” |
| ٦) ڪپڙا | ٣٠ | ” |
| ٧) پاس | ١٠ | ” |
| ٨) چانهه پاڻي | ٣٠ | ” |
| ٩) سگريٽ | ٣٠ | ” |
| ١٠) راشن | ٣٠ | ” |
| ١١) ڪاسليٽ | ١٠ | ” |
| ١٢) بس ٽئڪسي | ١٠ | ” |
| ١٣) ٻار جي پالنا | ٣٥ | ” |
| ١٤) ڄمڻ ورنا | ١٠ | ” |

| | | |
|---|---|---|
| ١٥) پڇ ٽٽ | ٥ | رپيا |
| ١٦) فقير | ٢ | " |
| ١٧) وندر | ١٠ | " |
| ١٨) متفرق | ٨ | " |
| ڪل ملائي | ٤٩٠ | |

هٿي هٿي ٻڌان مگر ڪونہ ڪو اسر وسري وڃي ۽ نوٽ ڏيڻ ۾ تڪليف ٿئي. مگر ڪنهن طرح مون دل کي تسڪين ڏني تہ آمدنيءَ کان ڏهہ رپيا وڌيڪ خرچ ڪري رهيو هئس ۽ جيئن تہ مون اهي ڏهہ رپيا وڌيڪ خرچ ٿي ڪيا ۽ مهني ۾ پنج ڏهہ رپيا بچايا بہ نہ ٿي ۽ ان مان ثابت آهي تہ مون ڀا اسان پنهنجي ڪالہ ڪا حسرت ماري آهي يا ڪنهن گهرج لسان همٿ ڪيو آهي. ٻر وڃ جي چمڪاٽ جيان هن ۾ ويچار جاڳيو تہ خرچ جي ايجمت ناهڻ مهل ٻهرين ٻهرن اميءَ جا سو روپيا خيال ۾ ڇو آيا.

مان هڪ سرمائيدار نظام جو انگ آهيان، جنهن ۾ انساني قدر ۽ سنبنڌ جي ماپ، پئسي جي وال سان ٿيندي آهي ۽ مگر مان هڪ مارڪسوادي بہ آهيان. ڇا منهنجو شعور اڻپورو آهي؟ ڇا، مان، ماڻهوءَ ۽ پئسي جي مضبوط رشتي کي، پنهنجي آرٿڪ ڪمزوريءَ جو شڪار بڻائي رهيو آهيان؟ ڪيڏانهن وڃو آهي،

منهنجي اندر جو انسان - ڇا مري ويو آهي؟ ڀريون
ڀريون ماءُ جا سو رنيا خيال پڻ آيا. چانهه سگريٽ اخبار
۽ سئنيما جا نہ آيا. مونکي پنهنجي اندر جي جاچ ڪرڻ
گهرجي. مونکي تلوار جي ڌار تي هلڻ گهرجي. هڪ
مرڪ، ڪاش، مان پنهنجي ماءُ جي منهن تي ڏسان.
مان پنهنجي ماءُ کي ڪوبہ سک نہ ڏيئي سگهيو آهيان. بس
هاڻ اهــا ڪوشش ڪندس تہ مـــان ڪيس کي
گيت، کي مسڪراهٽون ڏيئي سگهان.

هڪ سٺي زال آهي مونکي. پياري ڌيءُ ۽ سٺي
نوڪري بہ آهي. پر لڳي ائين ٿو تہ مان هڪ نهايت
ڏکي انسان آهيان ۽ منهنجي ماءُ. غيرتمند آهي.
مونکي سندس غيرت کي نہ للڪارڻ کپي. مان جيئن کپي
اميءَ وٽ ويندس ۽ واپس موٽندي واپس ساڳي
جڳهہ تي لڳائي ڇڏيندس.

سرلا ٿڪاوٽ سبب جلد ئي گهر اچي ويئي هئي.
اچي ڪرسيءَ تي ويٺس تہ هن پڇيو "ڇو، مزاج تہ
ٺيڪ آهي نہ؟"

"مان پنهنجي پيءُ کي ڏاڍو ياد ڪندو هوس سرلا."
"مگر تنهنجي منهن تي هوائون ڦري رهيون آهن."
"سوچيانئو، مان اميءَ سان ٺيڪ نہ هليو آهيان."
"ٺيڪ نہ هلين پيو."

"نه سرلا - بلڪل ٺيڪ ٿو ھلان. ھر وقت مونکي
اھو خيال ٿو اچي ته مان ھنن تي ھيترو يا ھوترو خرچ
ڪري رھيو آھيان، تنھنجي پراويڊنٽ جا پئسا به خرچ
ڪيم. سو چاھه ٻن جي ڀرڻ ۽ آخرڻ ڏاڪي تي پئسو
ڇو براجمان آھي."

"شايد انڪري جو ان ٻار کي چاڙھو نه آھي."

"پڙ سرلا - تنھنجي امي ڪپڙا سڀ مونکي تعليم
ڏني. چوڙيون وڪڻي ڪپڙا ٺھرائي ڏنا. قدم قدم تي
دک ڏنا. مگر ھن اف نه ڪئي. تون ٻڌاءِ ڇا ھيءَ
زندگي جيئڻ لائق آھي؟ مونکي ڪو به دک ڪونھي
۽ نه مان نهايت دکي آھيان. زندگيءَ کي بيـــار
سمجھي رھيو آھيان. ماءُ مرڻ سان ماني کائيندي، ھٿي
۽ مان ڪوڻ نون لڪندو ھوس. ان وقت مون آنگھاس
چولــ ڪيو، جڏھن منھنجو ڀاءُ گاڏيءَ ھيٺان اچي
مري ويو. مونکي ڪھڙو جيئڻ جو اڌڪار آھي؟ ڇا
ڪوڙ ڳالھايان ته مان پنھنجي لاءِ نه پر تو لاءِ ۽ سڀڪوءَ
لاءِ جيئندو."

۽ ھوءِ جڏھن اکيان اٿڻ لڳي، ڇيو ماڻس "توس
اکيان نه ونڊ. تنھنجو ڪو ڏوھه ڪونھي ۽ پر تي
سگھندو، مان ٿو ڪي گھٽو ڏيئي ماري ڇڏيان. ٿــي
سگھندو، مان پاڻ کي گھٽو ڏيان."

مگر ھوءَ اکيان ونڊي آئي. ھوءَ منھنجي ڇاتيءَ ۾

منهن لڪائي روئڻ لڳي ۽ پوءِ مون به سوچيو ته —
جنهن عورت جو مان پٽ آهيان، انکي ڪائنڙا جا
ويچار نه اچڻ گهرجن.

غريبن جا ڪي به تاج محل نه ٺهندا آهن. سڀ ٺهي
سماڌيون فقط ذهن ۾ ٺهنديون آهن. هيءَ ڪهڙي
سزا آهي، جو چاهيندي به ڪجهه ڪري نٿو سگهجي. نه
هٿن تي اختيار آهي. نه زبان تي اختيار آهي. ڇو
دٻائيندس مان سڙلا جو گلو؟ ڇا منهنجي اندر هن ۾
هن خلاف ڪا شڪايت آهي؟ چاچيءَ ۾ منهن لڪائي
روئي رهي آهي. اها سڙلائي نه آهي، جنهن سياري
جي رات، مون وٽ اچي مونکي سک ڏنو. مونسان
شادي ڪئي. نه نه. شايد مان اهترا ڏڏڪا ڪائي جي
نه سگهان ها. شايد مان تمام ڏکيو ٿو سوچيان. شايد
مان تمام اونهو ٿو سوچيان. ۽ پنهنجو ڇهرو، اندر جي
دنيا ۾ لڪائي ٿو ڇڏيان ۽ منهنجي ساهمون، زندگيءَ
جا ڪي شعي ڪن آهن. ڪيترن پاسن ۾ ڦهليل لڪيل
لڪيون خوشيون آهن، ان ڪري اٿو ڏسان. مان تمام
غلط آهيان. شايد مان ته پنهنجي گهر جي ٿباهيءَ جو
ڪارڻ آهيان. منهنجي ٺن ڪي، منهنجي تخليق ڪي
ڪا معني ڪونهي. مون دنيا کي پنهنجا گيت ٻڌايا
آهن مگر پنهنجي ماءُ لاءِ ڪجهه نه ڪيو آهي. ڇو ٻڌون
نه پري رهيون، ڪڏهن ڪيس مون ڪا ساڙهي —

وٺي ڏني.

هاڻ منهنجو هر ڪم، هڪ اُن مقصد جي لياري تيندو، جنهنجي پرٺوائي اِيءَ جي مسڪراهٽ ۾ آهي.

چيم، "معاف ڪر سرلا. تو سان غلط ڳالهايو اٿم. تو کان سواءِ جي نه سگهندس؛ اٿين مان نٿو چوان، مگر تو کان سواءِ زندگي کهڙي."

۽ هوءَ رنڌڻي ڏانهن هلي وئي. مون پلنگ ڏانهن وڌي سنڌوءَ کي هنج ۾ کنيو. من ۾ آيم: ڪڏهن منهنجي بابا به مونکي ائين هنج ۾ کنيو هوندو. اڄ بابا دنيا ۾ ڪونهي. ڪٿي ڪراهي. نه، بابا منهنجي ذهن ۾ آهي. اُٿي ۽ اوستائين هو امر آهي. بابا کي بيچاريءَ تائين خبر نه پيئي ته جنهن ساس جي پيشي ۾ هنڪي لاڪاري ملي؛ مان اُن ڏينهن کان اها ساس تي نه ڪائيندو آهيان. دفتر ۾ گهڻن دوستن پڇيو آهي. مگر مان هميشه ٽاري ويندو آهيان. مونکي ان چيز کان نفرت آهي. اها چيز مونکي ياد ڏياريندي آهي ته هن چيز کي منهنجو بابا ٻارڪيمت ۾ آڻي نه سگهيو. اِيءَ اٺي ڄاڻي. سرلا اٺي ڄاڻي. اهو بابا مونکي جڏهن ڇاتيءَ سان لڳائيندو هوندو ته ڪيس ڪيڏي نه خوشي ملندي هوندي. مگر مان به ته ان خوشيءَ کان محروم آهيان، جا ٻيءَ جي پيار مان ملندي آهي.

هاڻ بابا جون سڪون مايءَ مان لاهيندس. هنجي

پوءِ ان کي ڪري ٻڌائيندس. چوندو سائنس: هي ڇا ٿو ٿئي
هرڻ موٽڪي. ماءُ، مونکي معاف ڪر، مان هيلتائين
تو لاءِ ڪجهه به ڪري نه سگهيو آهيان. مون تو لاءِ
ڪجهه به نه ڪيو آهي. مان اڄ پورو پورو حساب
ڏيندس.

مان دفتر مان پنهنجي نئين اميءَ جي گهر ويس.
سوچيم ته اميءَ جي دل وٺندس. ڪڏهن سرلا ۽
سنڌوءَ کي به اُتي وٺي ويندس. هڪ گهر اٿين ته
ٽنهي گهرجي.

پر منهنجي عجب جي حد نه رهي جڏهن مون
ڏٺو ته پريان، ان اونداهي گهر مان بجليءَ جي روشني
اچي رهي هئي. گهر ۾ ڪافي فرنيچر اچي ويو هو ۽
صوفا تي، سرلا هڪ ۾ سنڌوءَ کي کڻي، سامهون
ڪرسيءَ تي ويٺل آهي ۽ اميءَ سان ڳالهائي رهي هئي.
فرنيچر منهنجي ئي گهر جو هو.

مون سرلا کان پڇيو، ”ڇا ٿيو.“

”مون چاهيو ٿي ڪي گهر موڪلي ڇڏيون.“

”پوءِ اهو گهر خالي آهي.“

”ها، مون سامان ڪڍائي ڇڏيو آهي. هاڻ اسين هتي
رهنداسين.“

سوچيم، جڏهن، تون مونسان صلاح ڪرين ها، ته
مان توکي مدد ڪريان ها. اڪيليءَ جو ڪم نه تو ڪرايو.

سرلا، تو ٺيڪ چيو. تون گهر جي مالڪ آهين. مگر منهنجي غلام نه آهين. تنهنجي ان قدر امڙ کي اندروني طاقت ڏني هوندي.

چيم، ”امي، رات توسان خراب ڳالهائي ويس نه.“

”خراب تو ڪڏهن نه ڳالهايو آهي. سرلا به توسان صلاح ڪرڻ کان سواءِ هيڏو وڏو قدم کنيو آهي.“

مون امڙ جي پاسي کان وهندي چيو، ”امي، تون آهين ناسٽڪ. ڌرمي ڪتابن مان تنهنجو ڪو به منورنجن نه ٿيندو ۽ سٽسنگ ۾ تون ويندينءَ ڪو نه. شايد سرلا سوچيو هجي...“

”نه سهي ۽ ٻين جو سٽسنگ ٿي سگهندو آهي. ڌرم ٻارن جي پالنا ۾ آهي ۽ ڀڳوان، انسان جي سچائي آهي.“

مون کي خبر نه آهي ته ٻيءَ لئي بهشت ڪيئن ٺهندو آهي. مگر بهشت ڪيترو سهڻو ٿي سگهندو آهي اهو مون پنهنجي گهر ۾ ڏٺو. ڪاش بابا اهو منظر ڏسي سگهي ها!

مان ڪمن اڪيلو ڇڏي هليو ويس ٻيٽ مان شهر ڏانهن ٻاڄ وڏا ڪٽنب ٽوڙيندي آهي. شهر جا ننڍا گهر به وڏا ڪٽنب ٽوڙيندا آهن. مگر انسان جو ڪهڙو وڏو گهر هو؟ - پيءُ مري ويو ته مون کي ٻاڻ اهو خيال نه آيو ته هاڻ امي اڪيلي آهي. مگر مون ڪٿن گهر هلڻ

لاءِ لڏهن چيو، جڏهن مسواڙ جو خيال آيو.

سرلا، مهنجي پياري تو نيڪ ڪيو. اڄ مان ڪنڌ
مٿي ڪري ٿو سگهان. هيءَ جا عورت، تنهنجي سس
آهي، ڏاڍي خوددار ۽ تيز آهي. هن ڪيترو ڀوڳيو
آهي. جا اترو ڀوڳڻ هن کي اهو حق ٿو ڏئي ته هوءَ
بهتر زندگي گذاري. مگر هوءَ گهرندي ڪجهه نه. هن
سنڌ ڌرتي ڇڏڻ نه چاهي ۽ هن جا ٻه ٻار پناهگير
زندگيءَ جا شڪار ٿيا. هن هڪ ويلو گهٽ ماني کاڌي
مگر مفت راشن نه ورتو. هن سنسار ۾ ڪير ٿو
ڄاڻي ته هوءَ هڪ معمولي عورت آهي جا عظيم زندگي
گهاري رهي آهي. سندس ذڪر ڪنهن به تاريخ جي
ڪتاب ۾ نه ايندو. هن جو ڪو يادگار نه ٿيندو.
زندگيءَ جو هر پل هن جيئندي گذاريو آهي ۽ اڄ جي
زندگيءَ ۾ جيئڻ زندگي مٿان انسان جي اندروني شخص
جي فتوا آهي. ٻئي طرف مان آهيان. ماڻهو نه آهيان
پر تاريخ کي فتوا آهيان ته هي اهو شخص آهي، جو
پنهنجي ڌرتي ڇڏڻ سبب ٻيو وسترتي نه سگهيو ۽
دوراني زندگيءَ جي گرفت هيٺ انقلاب جو خواب
ڪچلي ڇڏيو.

ٽوون ڏينهن ۾ مون ڏٺو ته هاڻ مون سوچيو ٿي.
هاڻ مان مالڪ طور پريشان ٿي پيس. هاڻ سرلا
گهر ۾ اڪيلي نه آهي، ان ڪري مون اوور ٽائيم نه

شروع ڪيو. ۽ ان رات هڪ سال گذري ويو.

مگر ڏڏڪا، شايد پمدولسن جيان منهنجي خيال ڪاهي پيا هئا. هڪ ڏينهن آفيس ۾ ٽرنڪ ڪال آيو.

”حشو آهين.“

”ها.“

”مان سرلا آهيان.“

”تو ٽرنڪ ڪال ڇو ڪيو؟“

”تون جلدي سينٽرل هاسپيٽل ۾ پهچي وڃ.“

”سينٽرل هاسپيٽل ۾ - ڇو - ڇا ٿيو آهي؟ امي ۽ سندر ته ٺيڪ آهي نه؟“

”اڄ راشن جي قطار مٿان پوليس دوليبازي ڪئي آهي. راشن واري، راشن ڏيڻ وقت زالن کي گاريون ٿي ڏيون. زالن راشن واري کي مار ڏني. پوليس هوا ۾ گوليون هلايون، مگر زالون ڇڙوڇڙ نه ٿيون. پوليس کي گوليون زالن مٿان هلايون. هڪ گولي امي کي لڳي آهي.“

منهنجي پيرن هيٺان ڄڻ ڪنهن غاليچو ڇڪي ورتو. مان رسيور رکي، پنا باس کان موڪلائڻ جي دفتر کان باهر آيس ۽ ٽئڪسي واري کي چيم ته جلد بائيڪلا هل. مان ڪارديو کان بائيڪلا پهچي ويس.

ڪاڻ فاسٽ گاڏي نه ملي ۽ گاڏي ڪلياڻ جي هئي.

هيءَ ڪهڙو ديش آهي؟ مان سوچڻ لڳس. زالن

مٿان گوليبازي. سنڌين کان سنڌ ڇڏائي وٺي، ان لاءِ ته اُن جي هر باشندي کي هندستان ۾ دربدر ڪري انهن مٿان گولين هلائڻ وڃن؟ هيءُ لوڪ راڄ آهي يا پوليس راڄ آهي؟ ۽ وري گولي اميءَ کي لڳي. ڪٿي لڳي هوندي اميءَ کي گولي. ڪيس ڪيترو سور ٿيو هوندو. سرلا اهو به ته نه ٻڌايو ته ڪيس گولي ڪٿي لڳي آهي. ٻچڻ جي اُميد آهي يا نه. بيوقوف آهي. ڪيس اها ڳالهه اول ٻڌائڻ کپندي هئي. ڇا منهنجو گهر ان رهت برباد ٿي ويندو؟ ڇڏي ڏينديس مان نوڪري. ٻر ناهيندس مان. اڳي گورا ماريندا هئا. هاڻ ڪارا مارڻ لڳا آهن. اڳوالن جو رنگ بدليو آهي، ڪارناما نه بدليا آهن. زالن تي گوليبازي! هيءُ ملڪ اسان جو ٿي نٿو سگهي. سنڌين لاءِ هيءُ ڌاريو ملڪ آهي. هتي ڪا سلامتي ۽ ڪو سهنج نه آهي. پوليس زالن کي انهن ۾ نه ٿڙو ڇڙ ڪري سگهي ها. يا وڌ ۾ لٺيون هلائي ها. سڌي گوليبازي. ڪمبختو، توهان وٽ اهڙي گولي آهي، جا، جڏهن ڪنهن مٿل ماڻهوءَ کي هڻجي ته اهو جيئرو ٿي پوي، ته پوءِ اوهان اها گولي ڇو نٿا هلايو، جنهن مان زنده ماڻهو مري سگهي ٿو؟ مهاتما گانڌيءَ جهڙو ته آزاد هندستان مٿان ڪو ملڪ حملو ڪندو؟ اسان ٻون عورتون سرحد تي چرخا ڪٽي وينديون. سرحد پري رهي، پهرين ماڻهن تي پڏوڙون!

ڇا سنڌي هندستاني نه آهن؟ - نه پوءِ ڪمرهن ڪئمپ ۾ ان جو سماءُ ولڻ نه آيو آهي؟ هڪ هڪ ظلم، جو سنڌين تي ٿيو آهي، اسين ان جو حساب وٺنداسين. هنسا جي شروعات رياست ڪئي آهي. تلنگانا ۾ فقط هاري يا مزدور ئي، مگر هندستان جا گهڻا ٻڌيمان هئا جن هن راڄ کي الٽ ڪرڻ لاءِ هٿيار کنيا. جيتي ڪٿي ظلم جو گهوڙو ڊوڙ آهي. ڇا جواهرلعل کي انهن حقيقتن جي خبر نه هوندي. جواهرلعل به سوشلسٽ آهي. پوءِ هي ظلم ڇو؟

اڌ ڪلاڪ ڪلياڻ ۾ بس ملڻ ۾ لڳو ۽ اڌ ڪلاڪ بس، ريلوي ڦاٽڪ ٻاهران بيهي رهي. پنڌ وڃان ها نه اڳواٽ پهچان ها. اُلي ڪا ٽئڪسي به نه هئي.

ڪلاڪ بعد بس ٽئين نمبر پهتي. مان سينٽرل اسپتال ڏانهن روانو ٿيس. ڊڪندو ويس. اڄ وڏيا کي هنج ۾ کڻي ڊڪ ڀالي هئم. ٻاهر رستي تي سولا بيٺي هئي.

"امي جيئري نه آهي؟" مون سڏڪندي پڇيو.

"ها، پر بيهوش آهي."

"ڪيس ڪٿي گولي لڳي آهي."

"ڪاٻي ڪلهي تي."

"گولي بدن ۾ ئي اٿس."

"نه - هينئر آپريشن ڪري ڪڍي ڇڏيون." ائين چئي هوءِ هلڻ لڳي. اسان سينٽرل هاسپيٽل جي جنرل

وارڊ ۾ پهتاسين. ڏٺم، منهنجي ماءُ بيهوش هئي. ڪاهي وٽان پٽيون بدل هئس، جتي رت جو شاهي داغ هو. ڪيس آڪسيجن ڏني وئي هئي.

سوچيم نه ڄاڻان. منهنجي ماءُ توکي پوليس گولي هنئي آهي. منهنجي ماءُ توکي ڪيڏو سور ٿيو هوندو. تون پٽ لئي ڪڙي پيتي هوندينءَ، پر ڪڏهن توکي سهارو نه ڏنو هوندو. تو ضرور پهرين بابا کي ياد ڪيو هوندو، پوءِ مون کي ياد ڪيو هوندءِ. پر تون ڇو راشن وٺڻ وئينءَ؟ پاڻيءَ جي هڪ قطار ۾ تو هڪ ڏيءَ وڃائي ۽ تو اف نه ڪئي. توکي گولي لڳي هوندي، تو تڏهن به اف نه ڪئي هوندي. خير، ماءُ، مان تنهنجي موت جو بدلو ضرور وٺندس.

مان سڌو سرجن جي دفتر ۾ ويس. هو صاحب ڪا رپورٽ لکي رهيو هو. شايد ڪيس مٿي ڪنهن جي فرصت نه هئي.

”صاحب.“ مون چيو.

”يس.“

”اوهان کي خبر آهي، منهنجي ماءُ کي گولي لڳي آهي. ڏسو، اوهين ان جو علاج ٺيڪ ڪجو. اسپتال جي ٻاهر سوين ماڻهو بيٺا آهن. ڏسجو، ڪٿي اوهان جي لاپرواهيءَ جي اوهان کي ڪا وڏي قيمت نه ڀرڻي پوي.“

هن اٿي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ چيو:

”چنتا نه ڪر. سڀ ٺيڪ ٿيندو. هن ٽرڪ جي ڪنڊ

۾ پوليس جي آفيس اٿئي، ٻهراڻ لون آلي وچ.”

مان سڌو اتي ويس.

پڇيم، ”منهنجي ماءُ تي ڪنهن گوليبازي ڪئي.”

شايد پوليس سب انسپيڪٽر هو. هن چيو، ”اُون ڇا وزير آهين.”

”اِدب ت فضيلت سان ڳالهاءِ.”

”تون مون کي ادب ٿو چوين. حوالدار هن کي اندر ڪمري ۾ وٺي هل.” ڪل چار جڻا هئا. هڪ حوالدار مون کي اندر ڌڪو ڏنو ۽ بيلٽ لاهي سب انسپيڪٽر اندر آيو. هو مون کي بيلٽ هڻي، ان کان اڳ مون هن کي منهن واري مُڪ هنئي. هو اڃا پنهنجو منهن سنڀالي ته مون کيس ٻي مُڪ هنئي. مان زور سان کيس بيلٽ هيٺان لت هنئي. هو پٺ ڀر ڪريو ۽ مون هن کي گهٽو ڏيڻ شروع ڪيو. ٻي حوالدار مون کي بندوقن جا اُبتا پاسا هڻڻ لڳا. مگر بيهوش ٿي وڃڻ کان اڳ مون ڏٺو ته مون اُن سب انسپيڪٽر کي ماري ڇڏيو هو. پوءِ معلوم ٿيو ته گوليبازيءَ جو هن ئي آرڊر ڏنو هو ۽ جڏهن ٻي حوالدار منهنجي سر ۽ پٺيءَ مٿان بندوقن جا ڪُن هڻڻ لڳا ته اُن کان مون کي اهو ئي خيال آيو ته اهي ڇار انگريز اهڙا هئا، جن مان مون هڪ جو مقابلو ڪيو هو ۽ باقي ٽي وڃڻ ته پيا هئا.

مان اهو قبول ٿو ڪريان ته ڪورٽ ۾ سزا ڪاٽڻ

کان اڳ مون کي ان ڳالھ تي ارمان به ٿي رهيو هو ته مون هڪ انسان جو خون ڪيو هو؛ ڪجھ ڪجھ خوشي به ٿي رهي هئي ته مون هڪ خوني انسان جو خون ڪيو هو.

مون کي چوڏهن سال سخت پورهئي سان سزا ڏني وئي. پهرين منهنجو دماغ ڦپاسارايو ويو. پوءِ منهنجي جذبات جو اندازو لڳائي مون کي ڦاسيءَ جي بدلي جيل جي سزا ڏني وئي.

جيل ۾ وڏا انقلابي مفڪر ٿي ٻاهر نڪرندا آهن. ڪي تاريخي ڪتاب ۽ ڪي جيونيون لکندا آهن. جيل جا اليؤ بيان ڪندا آهن. مگر مان ڪجھ به لکي ۽ پڙهي نٿي سگهيس. مون کي جيل اندر ٺهيل هڪ ننڍي جهل ۾ بند ڪيو ويو. جتي سڄو ڏينهن اوندهه هوندي هئي. رات جو به اوندهه. ڪم لاءِ ڪو جيل ناڪئو وٺي هلن، اهين به نه هو. مون کي اخبار نه ڇاپا ڪولا جو ڪتاب به نه ڏنو ويو. چڪي ڏني وئي. اها چڪي نه، گهڙيال هئو ۽ مان ان چڪيءَ ۾ ڪٽڪ نه پڌندي اميد ۽ ارمان، حواليءَ جون گهڙيون ۽ پل پيسيندو هوس. ٻاهران لوهي شيخون ۽ مٿان هڪ ڳڙکي. مشڪل سان روشنيءَ جو ترورو ڪنهن به طرف کان ان ڪوٺڙيءَ ۾ گهڙي سگهي. لسو عمراهان لڙ ڏومت الڳ روم ۾ ٽلڙو ۽ لوٽو. ان ئي ڪمڙ ۾ ڪاڪوس.

پاڻيءَ لاءِ الڳ پائي. ڪاڪوس ۽ ڪاڏي لاءِ ساڳيو لوٽو ڪم آڻڻو پوي. ڌوئڻ لاءِ شيڻن ٻاهران مٽي.

مان اهو ٻڌي هليو آهيان ته وقت جو واسطو واچ ۽ ڪئلينڊر مان نه، هن سان ٿئي ٿو. جيڪڏهن چوراسي لک جوٽيون هجن ٻه ته آهي ان چڪيءَ ۾ پيسجي ختم ٿي وڃن مگر چوڏهن سالن جو عرصو ختم نه ٿئي.

ستاويهن سالن جي عمر ۾ جيل. جڏهن ٻاهر نڪرندس ته ڌيءَ ٻه نه سڃاڻندي. نوڪري ۽ آمدنيءَ جو وسيلو ختم. اها چڪي پيسيندي محسوس ڪيم ته من جي اندران خواه ٻاهرين سطح تان خوف، بي سلامتي ۽ ڪالٽر لا جو احساس منهنجي لسن ۾ گهڙي رهيو هو. ته جڏهن مان جيل کان ٻاهر نڪرندس ته اڃا شڪتيءَ جو زور هلائي سگهندس. هن چئن ديوارن جي گهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ منهنجي اندر جو شخص مرڻ لڳو آهي. هاڻ ان جا ڪي خواب ۽ حسرتون نه آهن. جيئڻ طرف ان جو پورو موهه ڀنگ ٿيو آهي، جيئڻ ۾ ڪا آس، ڪا اميد نه آهي. سورهيائي آماڻهو ٻڌڪ جي تياري آهي. هر فرد انفرادي طور ان ڪالهو جهان آهي، جو اسٽيبلشمينٽ جي جيل کي ڇيهو سان ٽوڙڻ چاهي ٿو. اسان ڀڏهون ڇهيون ٻڌائي، ڀڏهي ڇهري جي سڃاڻپ وڃائي رهيا آهيون.

ڪڇهه به نه سامهون نه آهي. اولهه ۾ ٽاڻوڙا هٽيا

آهن ۽ ڪڙڻو آهي. هيمٿ ۽ هيمٿ ۽ هيمٿ ۽ خلاص!
"ڪير آهي - ڪير آيو آهي." ٽن سالن بعد مون سوال ڪيو.

"ڪا عورت آهي. هل." مون کي هٿ ڪڙيون لڳائي جيل جي هڪ چوڙي پر وٺي هليا. ڏٺم، هڪ چٽ هيٺان، شيشن جي پٺي طرف، سرلا ۽ آءي بيٺي هئي.

ٽن سالن ۾ ڪو خط مون تائين نه پهتو هو. مون هر ڏينهن خط جو انتظار ڪيو هو. سامهون وارين ڪوٺين جي قيدين وٽ خط ايندا هئا. ڪي مائٽ هنن سان گڏجڻ به ايندا هئا، مگر مون سان ڪير به گڏجڻ نه آيو هو.

مان چپ چاپ ماءُ جي سامهون اچي بيٺس ۽ ٿورو ٽرسي هن جا چرن ڇهيم. هن مٿي تي هٿ رکي چيو، "شل سکي رهين."

ڏٺم ۽ ٿورو ٻري ويئي هئي. ٿورو کهڙي به لڳي ٿي. "ڪيئن آهين پٽ."

"بس جيئان پيو. تون ڪيئن آهين؟"

"مان ٺيڪ آهيان. سرلا به ٺيڪ آهي. سندو ٽنهنجو ٽوٽو ڪٽي دادا، دادا ڪندي آهي."

"ڪليان ڪان ويچارو اڪيلي آئي آهين."

"ها. سرلا کي هڪ اسڪول ۾ ماستري ملي ويئي آهي. ڪنهن موڪل هئي ۽ مان به ليڪ ٿنهن جو هلي آيس."

”ڇا تون ٺيڪ نه هئين؟“

”ٺيڪ هئس - مگر گوليءَ سبب ٿورو زهر رت ۾ مليل آهي: ان ڪري دوا پيئڻي پوندي آهي.“ اڃا ۾ زخم پورو ڇٽو ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن ان مان رت نڪرندو آهي.“

مون پنهنجا چپ پڪوڙيا.

”پٽ تو غلطي ڪئي. جڏهن پورو نظام غلط هوندو آهي، تڏهن هڪ شخص کي مارڻ مان ان نظام ۾ ڪا به تبديلي نه ايندي آهي. اسين شاهوڪار شاهي نظام ۾ جي رهيا آهيون. ان نظام جي بچاءَ لاءِ فوج ۽ پوليس، توپون ۽ ٽئنڪون تيار ٿيون آهن. ان نظام کي جمهوري نموني ٽوڙي سگهبو آهي، مگر ان ۾ وقت لڳندو.“

”امي، پوليس توکي گولي هنئين.“

”اڄ توکي مان پنهنجي من جي ڳالهه ٿي ٻڌايان. مان هر جڳهه مٽي آهيان، مگر مان ڪنهن به جڳهه نه مٽي آهيان. مان اُن ڏينهن مٽي هئس، جڏهن تنهنجي مامي کي انگريزن شوٽ ڪيو. مان ان ڏينهن به مٽي هئس، جڏهن تنهنجو بابا جيل ۾ ويو ۽ پوءِ مان، وڌيا ۽ مولي ۽ تنهنجي بابا جي موت ڏينهن مري ويئي هئس مگر پوليس جي هڪ گوليءَ مون کي جيئرو ڪري ڇڏيو. تنهنجو وڏو ڏک، وشواس ڪندين پٽ، اهو

هي نه مان هندستان ۾ آهيان. مون کي هن ديس کان
نفرت نه آهي، پر منهنجو هن ديش سان پيار به نه آهي.
منهنجو ديس سنڌ آهي. ياد آهي ٽوکي اها اُٺ گاڏي.
اُن ڏينهن مان ان اُٺ گاڏيءَ هيٺان اچي بس مري
ويئي هئس."

"هر جڳهه اسين مرون ٿا، ڪا جڳهه جيئڻ جي
به آهي."

"جيئڻ جي اُميد ۾ جدوجهد ڪرڻ گهرجي ۽
جدوجهد مان خوشي ملندي آهي."

پريان هڪ پوليس وارو بيٺو هو. جلد هو چوندو:
وقت ختم، هل.

"آخر ڇوٽڪاري جو ڪهڙو رستو آهي."

"انگريزن اسان سنڌين کي پهرين هندستاني ۽
پوءِ پاڪستاني بڻايو. سنڌي فقط سنڌي آهن ۽ اهي
سچي معنيٰ ۾ نه هندستاني آهن، نه پاڪستاني آهن.
ڇوٽڪاري جو فقط هڪ رستو آهي. آزاد سنڌ. سنڌ
سنڌين جي- چاهي اُهي هندو هجن يا مسلمان هجن-
آزاد سنڌ ۾ مذهب کي يا ٽوڪارڻو وڃي يا خانگي
عقيدو ڪري مڃيو وڃي. جمهوريت ۽ سماجواد،
عالمگير اُمن ۾ مڃتا ۽ عمل. هندستان ۾ سنڌي پنهنجو
وجود قائم رکي نه سگهندا، جو هتي ڪين ڪو زمين
جو ٽڪرو نه ملندو ۽ شايد سؤ سالن جي اندر، هندستان

اندر ۾ سنڌي ٻولي ۽ تهذيب ختم ٿي وڃي."

سوچيم امي مون کان وڌيڪ ڏاهي ۽ سوچڻ ۾ تيز آهي. هوءَ اڃا به پنهنجو نه، پنهنجي قوم جو ٿي سوچي. مان پنهنجي ماءُ جو پيغام دليا کي پهچائيندس. مان نراشا ۽ مايوسيءَ جي چڪر کان ٻاهر نڪرندس.

پوليس وارو اڳيان وڌڻ لڳو. اميءَ کيس ٻه منٽ ترسڻ لاءِ چيو. مون اميءَ کي چيو، "هنن کي نه روڪ، هيءَ توکي ماريندا. توکي خبر ڪانهي، هي پوليس جو ماڻهو آهي."

"جيل ۾ تون ڪالهه ٿي ويو آهين."

"منهنجي من ۾، امي، منهنجي نس نس ۾ ڏڪ ۽ ٻزدلي ڀرجي ويئي آهي. مان اندران تمام ڪمزور ٿي ويو آهيان. مان پنهنجي خيالن ۾ ڏڪي ڏڪي قدم ٿو هڻان. چپ چاپ. اف ڪيترو ڪريان پر توکي ڏسان ٿو نه جيئڻ ۾ وشواس ٿو ڇڏيم."

هڪ اڻلکي مسڪراهٽ هن جي چهري تي آئي. مون اُن کي جهٽي ورتو. مون کي لڳو نه آڪاش ۾ فقط رات نه ٿيندي، پرڪاش به ٿيندي آهي. منهنجي ماءُ هڪ سرشٽي آهي ۽ هن جي مسڪراهٽ اُن جي پرڪاش آهي.

چيم، "توهان خط نه لکيو."

"ٻه خط لکيا مگر جواب نه اچڻ سان سمجهيم نه

آهي خط لوڪي ملياڻي نه هوندا."

۽ هو ۽ هلڻ لڳي. جهڪي جهڪي. ڪٻ ڪڍي آهستي. من جي داخليت ۽ ٻاهرين چيزن کي پنهنجو رنگ ڏئي ڇاڙهي. ان ڏينهن ڇڪي پيسيندي لڳم ته ڇڪي ته ۽ هارڻو ليم هلائي رهيو هوس.

ٽن سالن ۾ ست سال پيا جڙيا، ڏنم، سرلا آئي هئي. ڪتيل وارن سان هڪ ڏکهي بيبي ۽ گڏ هئس جا ضرور منهنجي سندو هئي.

ڏک اهيءَ ۾ ڏٺا هئا ۽ سرلا ۾. مگر اهي سرلا جيان رني نه هئي. سندوءَ کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لڳايم ۽ مگر هنجي بدن جي لرمائش ڪان وڌيڪ ڇاتيءَ ۾ لوهه جي شيخن ابتداءَ کي پهچايو.

"ته هيءَ اٿئي تنهنجو دادا."

سندو منهنجي من ۾ چتائي ڏسڻ لڳي.

"نه ٻٽ - هي ڏاڙهي ۽ وار جيل ۾ رکايا اٿم. تنهنجي هڪ آئي هوندي هئي. اها تو هان جي دادا کي شهزادو ڪوٺيندي هئي."

"هاڻ ڏاڙهيءَ ۾ تورا اڇا وار آيا اٿئي." سرلا چيو

"مگر تون نه ساڳي آهين. سهڻي."

"منهنجي دل رکڻ لاءِ ٿو چوين."

"دل ٿون تنهنجي ڪهڙي رکي. هڪ ماڻهوءَ جو خون ڪري ڇڏيم."

"خون- دادا تو خون ڪيو. پاپيءَ چيو ته دادا کي انهن جيل ۾ وڌو اٿائون."

پاڻ مدجهي ۾ پئجي رهيس. سرلا چيو، "انهن جو دادا نيڪ آهي ۽ مڙئي پيو ڳالهيون ٺاهي."

"پر دادا تون جيل ۾ ڇو آهين."

"پٽ هڪ ڏينهن هو. اُن جي مهاراڻيءَ کي هڪ خبيث گولي هنئي. مهاراڻي زمين تي ڪري پيئي. ۽ مون ان خبيث کي گهٽو ڏيئي ماري ڇڏيو. پوءِ پيئي راڄا جي ماڻهن مون کي جيل ۾ وڌو."

"دادا، اُها مهاراڻي مري ويئي."

"نه پٽ، جيئري آهي."

"ڪٿ آهي اُها، دادا."

"منهنجي اميءَ پٽ. هن جو نالو آهي ڏيوي ڪلياڻي"

سو چئي، ڏهه سال گذري ويا آهن، مون پنهنجيءَ کي ڇاليهه سال ته لڳا هو آهي. پر ڪيترو سڪ ملهو من کي، پر هي، وچ ۾ شهرون ٿيو آهن؟- شهرن ۽ ديوارون ۽ سرحدون ٿيو ليهون؟ ۽ مون ليڊيءَ کي سنڌوءَ جي آلٽي ٿيو ڇيو. مون هن سال پيار ڪيو هو. ٿيا مان ڀروٽي آهيان. پر نه، هن وقت مون کي ماضيءَ جي خبر ڪونهي ته گهرجي. هيءَ گهڙي، هيءَ پل، مون کي جنهنڙو آهي."

"امي ڪٿي آهي؟"

. "ٺيڪ آهي. ڪڏهن ڪڏهن سنڌي ڪانفرنس ۾ ويندي آهي. چوندي آهي: "اسان جو اصل وطن سنڌ آهي. اسان کي آزاد سنڌ لاءِ هلچل هلائڻ گهرجي."

"توهان نوڪري ڪري ٿڪجي پيئي هوندينءَ."

"پهرين ته اڪيلائي ماريندي هئي هتو. پر سنڌو وڏي ٿي ته دل پرچڻ لڳي."

"اميءَ سان ته ڪا کٽ پٽ ڪانه ٿيئي نه."

"هوءَ جڏهن موقعو ڏئي نه"

"يعني توهان تيار هوندي آهين."

"مان! نه بابا - آخر ڪنهنجي ڌيءَ آهيان. اُن شخص جي، جنهن پنهنجي ماءُ جي بدلي وٺڻ لاءِ، هڪ ماڻهوءَ جو ڪنڌ ڀڃي ڇڏيو. ڪيس اهڙا گهڻا ڏٺا، جو اکيون ڦاٽي پيس ۽ جيڀ ٻاهر نڪري آيس. اُن شخص کي، ڪنهن به ريت به مان ڪنهن به جنم ۾ ڏک ڏيئي نٿي سگهان."

"جنم ته تنهنجو هڪ ئي ٿيندو آهي سرلا ۽ اُن هڪ جنم ۾ مون توکي ڪيترو ڏک ڏنو. تنهنجي سڄي جواني تنهائيءَ جو شڪار ٿيڻ لڳي آهي."

"منهنجي من کي، منهنجي هڪ مان اڪثر هن ٻار جو ملندڙ سنتوش ڇا گهٽ آهي؟"

"تڏهن توهان ڇا ڪڏهن به شڪايت نه ڪندا آهيو؟"

"گهر اچڻ گهڻو گهڻو پيار ڪندي ساڻس." ۽ ٻوءِ

ڇن مناڻيءَ جو هڪ باڪس مون کي ڏنو.

سامهون وارو پوليس وارو اڳيان وڌي آيو. چيائين،
”هي تنهنجو گهر ڪرلهي، باڪس واپس ڪر.“

سرلا گهبرائجي مون ڏانهن نهاريو. شايد سمجهيائين
مان شيخن کان اُن پوليس واري کي پاڻ ڏانهو..
ڇڪيندس ۽ سندس مٿو شيخن سان پڇندس. شايد هن
اهو نه سوچيو ته منهنجو هاڻ فقط الوڻي حشمت رهيو
آهي. باقي همت سڀ هارجي چڪي آهي. اهيءَ لي
سوچيان ٿو ته پرنوٽا تي ملي؛ زندگيءَ لي ٿو سوچيان
نه مايوس ٿو ٿيان.

”تون اُلي پيهه صاحب، هيءَ منهنجو نه، تنهنجو
گهر آهي.“ پوليس واري کي چيم.

مون وري سندوءَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو مگر ڏاڍي
ڪوشش ڪندي به سندس پيشانيءَ تي چمي ڏئي
نه سگهيس. پئي ڳالا پڌهي شيخن جي وچ اڙڪي ٿي
پيا ۽ واٽ اڪيلو پاهر لڪري لٿي سگهيو. مون ڪنڌ
کي ٿورو نيڙو ڪيو ۽ ڳلن ڪسي اندر ڏانهن ڇڪيم ۽
مگر ڏاڙهيءَ جي ڪن وارن کي اهڙي ڇڪ آئي جو
هڪ ڪمالي داڻهن ڪري منهن کي هٽائي ڇڏيم.

”هاڻ تون ڪهڙي ڪلاس ۾ آهين.“

”ستين ۾.“

"سنڌي پڙهڻي پئي."

"ها دادا، مان توهان جون آکاڻيون نه پڙهندي آهيان، پر مون کي اهي سمجهه ۾ نه اينديون آهن. دادا اوهين ٻارن لاءِ ڇو نٿا لکو."

"لکندس پٽ. لکندس ۽ توکي پڙهائيندس هزارين آکاڻيون توکي پڙهائيندس."

۽ سرلا سنڌوءَ کي واپس وٺي وئي. ممائيءَ جو ٻاڪس به کڻي وئي.

مان لڳ ڀڳ چاليهن سالن جو ٿي چڪو هوس جڏهن مان جيل کان ٻاهر آيس. ٻاهر منهنجو ڪو به انتظار ڪري نه رهيو هو. جيل وارن ٿورا پئسا ۽ ٽڪيٽ ڏني. پئسا چڪي پيسڻ جا هئا. ڏاڙهي ۽ وار ڏرمي مورڳن جي رشين جيان وڌي ويا هئا. جيل کان ٻاهر نڪرندي لڳم ته مان پوڙهو ٿيو آهيان، جيئن جيل ۾ سمجهيو هوم، جوان ٿيو آهيان.

هاڻ مان سنڀالي قدم کڻندس. جوش نه ڪندس. سڀ بي عزتيون ۽ ذلتون سهندس ۽ آواز نه ڪندس. سڀ کان ٻچي ٻچي هلندس. اميءَ جو آدرشواد، اميءَ جو آزاد سنڌو ديش، اميءَ جي جمهوريت، اميءَ جو سماجواد اميءَ کي ليکهه. زندگيءَ ۾ سک جو ساهه کڻي سگهان، ڪافي آهي.

مان ڪو ڪيس نه لکندس. مان ڪا ڪهاڻي نه

لکندس. لفظن ۽ گولين ۾ فرق آهي. منهنجو هر لفظ، هڪ گوليءَ کي دعوت ڏيندو. مان ماءُ جيان، هر جڳهه مري ۽ جيئي. ائين سگهان. مان رفته رفته مري رهيو آهيان. جيل کان ٻاهر مان پاڻ کي جوان سمجهڻ لڳو آهيان. ڏيئو وسامڻ کان اڳ وڏو شعاع ڪڍندو آهي. ڪير ڄاڻي جوانيءَ جو اهو احساس، عارضي هجي.

هاڻ منهنجي ڌيءَ سترهن سالن جي ٿي هوندي. هاڻ مون کي امي، سرلا ۽ سنڌوءَ جا خط ملندا آهن. هاڻ جيل جي اختياري وارن کي ڀروسو ٿي چڪو آهي ته مون چڪيون پيسي پنهنجي اندر جي باغيءَ کي ماري ڇڏيو آهي."

مگر ڪا چيز آهي جا مون کي ڇڪي رهي آهي. اها فقط امي، يا سرلا يا سنڌو نه آهي. منهنجي کاٻي طرف اٽڪل هزار ميل پري منهنجو وطن آهي، سنڌ. ان طرف ٿوري ڇڪ لڳي رهي آهي.

مان جيل ۾ اوندهه ۾ هئس. مگر سڄو جيل اوندهه ۾ نه هو. ٽي هفتا جيل ۾ اوندهه ڪئي وئي. بلڪ آئوٽ. هندستان پاڪستان جي جنگ لڳي. شايد ٻي نه لڳي. ٿين نه لڳي. اها جنگ ليلي ۽ حسو، هير ۽ ميران نه ڪئي آهي. اها جنگ شاهه ۽ ٽلسي وچ ۾ ڪو نهي. هندستان ۽ پاڪستان جي ماڻهن کي مٽيءَ جو ڏڌو پيارو آهي. هر ان پيار ماڻهس هندستان ۽

گاڏي هلي رهي آهي. مان سوچي رهيو آهيان، مان قلم کڻي لکي رهيو آهيان ۽ منهنجي ماءُ مون کي سوليون ڇوڙيون ڏئي رهي آهي. پاڻي ٽڪ ۾ پاڻ ٿي رهيا آهن! اهو سڀ مان ڏسان ٿو ۽ منهنجي من ۾ ڪوتا جا چند جڙڻ ٿا لڳن:

مون ڪڏهن سوچيو هئو
مان نه لکندس ڪا ڪوتا
درد اُن جو سهڻ کان آهي پري
مون ڏٺو
اونڌهه کي ڦٽندو
ٻاڪ
ضربيان
ٻاڪ
اونڌهه...
اُن ۾ مبهم
عڪس روش
جنجا رشتا
شبد ارٿ جي جوڙ کان گهرا هئا
ڪي اکيون
بي آس
خالي
جن مٿان مان

ساهه، فن گهوڙي چڙهيان.
ڪاري مس ۽ خالي ڪاغذ
ميز، ڪرسي ۽ لڪڻ
هٿ مٿي ٿي
هٿ پٺي ٿي
هٿ ڪڏهن پنهنجي ڪلهي ٿي
سنسڪاري هڪ چهاءُ:
منهنجو گوڏو (هٿ)
اڄ مگر منهنجي اڳيان
شهر وڏو آ سمنڊ پي
ارٿ
لفظن کان الڳ ٿي
پاڻ ماريندا ٿا رهن.
زندگي
بي زندگي آ...

اُن ڪن مون کي انهن لڳو ته تهذيب ۽ امرتا کي، شهر ۽ سمنڊ جي علامت ڏيئي زندگيءَ جي ارٿ- هينتا کي ڄاڻي ورتو آهي.

مگر شهر جي ياد آئي ته مان انهن ڪپڙن سان، انهاسڪر ته، نمبتي وٿس، اسار ديو، ٽامس سائين، ناٿم اندو رتسا ليوس جي متيمهر شري گهوش سان وڃي گڏيس.

"هون کي سڃاڻو ٿا."

"نه - ڪم آهيو اوهين. آرنسٽ. پر اسان وٽ ڪا نوڪري خالي نه آهي."

"مان آهيان ڪيولراماڻي."

"ڪيولراماڻي، ڪيولراماڻي. ڇا ڪيولراماڻي!"

"ها -"

"ته تون جيل مان ڇٽي آئين؟"

"ها، سر."

"گهر نه ويو آهين؟"

"نه سر."

هو ٿورو ڏنٺي ڪلاڪ لڳو، "پائي تون سنڌي ٿي اسان بنگالين کان به تيز نڪتين. آخر هڪ شير دل عورت جو پٽ آهين. مان گڏيو هتي ڪلاماڻيءَ سان. توکي ڪم تي چڙهيو آهي. هل سڀان کان ڪم تي چڙهه."

هون اٿي هلڪي هٿ جوڙيا.

هن چيو، "واهه مسٽر ڪيولراماڻي. چالهه پيءِ. مان حيران نه هيءُ ڪهڙو شخص آهي جو پنهنجو موڪل جي مدهنجي ڪٿين ۾ ڏوڪي آيو آهي. پر ڪيولراماڻيءَ کان سواءِ ڪمر ٿي سگهي ٿو، جو هن طرف هون وٽ اچي سگهيو. اڙي واهه نه."

چيم، "نه گهوش دا. پندرهان سال ٿيا آهن جو هون پنهنجي گهر جي شڪل نه ڏٺي آهي ۽ ها گهوش دا،

مان سمجهان ٿو ته ٻهرين تاريخ کان ڪم تي چڙهندس.“

”او. ڪي. ماءِ بواءِ.“ هن ٻيل وڄائي. نوڪر کي چيائين ته ڊرائيور کي چئه ته صاحب کي ڪار ۾ اسٽيشن تائين ڇڏي اچي.“

جيترو ڪجهه، جيڪو مون کي مليو آهي، اوترو ڪجهه شايد، ان رنت ٻين کي نه به مليو هجي. مگر جيترو ڪجهه مون زندگيءَ کي ڏنو آهي يا زندگيءَ مون کان کسيو آهي اوترو ڪجهه به سڀ ڀوڳين يا زندگيءَ کي لتا ڏين حالانڪ، زندگي ڀوڳين ۽ ماڻهين سڀ ؟!

مان تماشام جو فالو ئرس لائين ۾ ٻيهڪي ويس. دريءَ مان اندر نوررو ليٽو پاتم. ڏٺم، امي آرام ڪرسيءَ تي ڪو ڪتاب پڙهي رهي هئي. سندو ڪاپيءَ ۾ ڪجهه لکي رهي هئي ۽ سرلا ڪمد ۾ وڪيل شو جهڙي ٻت اڳيان ۽ اگرٻتي ٻاري رهي هئي. سندو جوان ٿي وئي هئي. اميءَ جو چهرو ڪنور لڳي رهيو هو ۽ سرلا سالمت ڇسن معلوم ٿي ٿي.

آهستي پڪاريم ”سندو.“

”دادا“ هن چلايو. ڊڪندي ٻاهر آئي. مون هن کي ڀاڪي پاتي ۽ نهايت سڪون مان هنجي پيشاني چمي. اميءَ به اکين تي چشمو ٺهو هو جو هن لاهي هٿ ۾ ڪيو. سرلا اگربتي ٻاري اميءَ جي پاسي کان ٿي بيٺي.

مان امڙ جي قدمن ۾ جهڪي ويس. مان ڏاڍو خوش هئس مگر مون ڏٺو ته مان روئي رهيو هوس. سڀ منهنجي سڏڪن جو آواز ٻڌي رهيا هئا.

شايد ماءُ نه هجي ها ته مان روئي نه سگهان ها. سڀ ٻوڙها اکين ۾ ٻي وڃان ها. اُڌارو امڙ نه، سنڌوءَ. آڳي ماڻ ميمڻ هئي مگر اُن سمجها وٺي مون ڏٺو ته هن جا زندگيءَ کي استعيفا ڏني هئي ۽ سا واپس ورتي هئي. مان اُٿي سندس جاءِ ۾ ويس ۽ منهن ڌوئي. سرلا اُٿي ٽوال کڻي آئي ۽ مون کي لُڇي پئي. هاڻ مان لــ، هوءَ روئي رهي هئي.

مان وري امڙ وٽ آيس. چيومانس، "امڙ، مان تو واڱر بهادر نه آهيان. توهان کي ڪيترن ڏکيائن ۽ جيل جا مون پندرهن سال ڪيترن گذاريا آهن. تون زندگيءَ سان لڙي سگهين ٿي. اڄيان اڄ نه منهنجو زخم ڏسان. ڏيڍ نه پندرهن سالن بعد ۾ اُٿي ٻئي لڳي پئي هئي ۽ سندس زخم اڃا نه ڇٽو هو. وري منهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو."

امڙ چيو:

"Grow strong my comrade.
That you may stand, unshaken
When I fall..."

(منهنجا ٻچڙا، تون مضبوط ٿي

۽ ان وقت پرکڻ لءِ،
جڏهن مان ڪران)

سنڌوءَ اچي ٻانهن کان جهليو ۽ چيو، ”دادا، اڄ سڄي رات اسين جاڳندا سين. مگر دادا سيان هئيءَ ڏاڙهيون مڇون لهرائي ڇڏيو. شو ڀڳوان جي پاسي کان پنهنجو فوٽو ڏسو. اهڙي شڪل ڪريو.“

مون ڀيرين فوٽي ۽ پوءِ سرا ڏانهن نهاريو. چيم ۽ ”ها ڌيءَ، هاڻ ڏاڙهي وار سڀ لهرائڻا پوندا. اڄ مان پنهنجي آفيس مان پڻ ٿي آيو آهيان. سٺو سٺو ڪمائيندا سين ۽ توهان ڪاليج ۾ سٺا سٺا ڪپڙا پائي ويندا ءِ.“
”دادا، اسان ڪاليج ۾ هڪ گروپ ٺاهي آهي. آزاد سنڌ گروپ. اسين سنڌ کي آزاد ڪرائينداسين. سنڌ ۾ به اهڙي لهرڪ هلي ٿي. ڪپڙا سٺا پائجن، نيڪ آهي، مگر سٺا ويچار ۽ آدرش رکڻ نه بهتر آهي. دادا مان اوهان جو ديس ڏسڻ چاهيان ٿي.“

نه معلوم ڇو، پندرهن سالن بعد گهر موٽڻ بعد ۽ گهر اندر گهڙڻ جي ڀرين گهڙين ۾ دماغ گرم ٿي ويو. چيم، ”سنڌو، اهي خواب لهڻ ڇڏي ڏي. ڪجهه ٿيڻو ڪونهي. تون پڙهڻ ڏانهن ڌيان ڏي ۽ نيتا ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪر.“
سنڌوءَ جو منهن لهي ويو. چيائين، ”دادا، ڇا توهان پنهنجي وطن سان پيار ڪونهي.“

"پيار هجي ها ته الان پڻي چو اچان ها."

"اوهين اُن درليءَ کي ڇنبڙي پٽو ها. جي ڏرليءَ کي ٻڪڙ پندا آهن، انهن کي ڪير به ماري نه سگهندو آهي. ٿوري نه پنهنجي طاقت آزمائي ڏسو ها.

سوچيم: منهنجي معصوم ٻالي ٻولي ڏيءَ، ڪنهن وقت هندستان جي "ود بي بئرسٽر" کي ڇا چئي ويٺي. اسان ڪڏهن پنهنجي، پنهنجي ڏرليءَ جي طاقت نه ڏني. چوٿي: اوهين اُن ڏرليءَ لي ڇنبڙي پٽو ها. ٿوري نه پنهنجي طاقت آزمايو ها.

مون حيرت وچان اميءَ ڏانهن نهاريو. "چڱو دادا، اڄ ان سوال کي ڇڏيون ٿا. معاف ڪجو منهنجا پيارا پيارا منا منا دادا. اڄ ڪجهه ٻيون ڳالهيون ڪنداسين. ڳالهائجو اوهين، اسين فقط اوهانجو چهرو ڏسنداسين. اوهان هڪ انگريز کي مار ڏني هئي، اها ڳالهه ٻڌائجو. دادا ان انگريز پنهنجا ڏند، لنڊن ميوزم ۾ رکيا هوندا؟"

مون وري اميءَ ڏانهن نهاريو. سوچيم: هيءَ عورت آهي، وشوپارلي آهي. مهاودياليه. سڀ ٻين لاءِ ٻين واسطي، شخصي مالڪي ڪجهه به نه.

مون پنهنجا ٻئي هٿ سنڌوءَ ڏانهن وڌايا. ڪمس پيار ڪندي چيم. "جنهن ماڻهوءَ کي وطن ۽ السالبيٽ سان پيار ڪونهي، اُن کي جنت جو ڪو حق نه آهه

اهي ۽ چيو، ”محمد علي جناح پورو زور لڳائي ۽
پاڪستان قائم ڪيو مگر مرڻ کان اڳ هن خواهش ظاهر
ڪئي ته هو زندگيءَ جا آخرين ڏينهن پنهنجي وطن
بمبئيءَ ۾ گذاري.“

اها ڳالهه مون اڳ نه ٻڌي هئي. مون سوچيو: اسين
بلڪل رواجي ماڻهو آهيون. مگر اسان جون ڳالهيون
ڪڏهن صحيح طور ۽ ڪڏهن خواه مخواه سياست،
ويچار ڌارن ۽ فلسفي جي حدن کي وڃي ڇهن ٿيون.
پاڇي جيان، هر چيز جي پٺيان سياست منهن لڪائي
بيٺي آهي. اهي پنهنجي دور جي ٻهراڙي ڇوڪرين
مان هئي، جن ڪالونيت ۾ تعليم ورتي ۽ تنهن وقت
اخبارن ۾ ان خلاف آواز اٿيو. هن ڪافي انگريزي
اخبارون ۽ ڪتاب پڙهيا آهن. مگر زندگيءَ ۾ ڪيس
ڪڏهن نه ڪئي، هن قوم جي سوچ ۽ من گمان کي
سلجهائي عوام اڳيان رکڻ جو موقعو مليو آهي؟ اڏيهن
جون تعليمون ڪالفرنسون جن اڳيان هو ۽ پنهنجا ويچار
رکيمي، سي ڳالهه جي ڪوپ ۾ طوفان جيان آهن.
جيستائين خانگي ملڪيت جو خاتمو نه ٿيو آهي ۽
پيداوار ۽ ورهاست جي وسيلن تي، پرولتاري طبقي
جو قبضو نه ٿيو آهي، جمهوريت ۽ سماجواد جا نعرا
سڪتا آهن. سنڌ جي عمر خواهن، السلن، پرون ۽
ڪلمدائن جي آهي. مان به نه الهن هئم. مگر زندگيءَ

أها ننڍڙي هٿئي، جو ٻنهي هٿن ۾ کڻي پيو گهمان.

ڪڏهن ماڻ ڪجي ۽ ماڻ ۾ خاموشي ڳالهائي. لڳي ته ڪير سوچي ۽ ڳالهائي ٿو، فقط ماڻ پئي ڳائي.

مون جناح جي ڳالهه کي وڌائڻ نه چاهيو. سرلا کي چيم، "اڙي ٻائي، پندرهن سالن کان چڪي پيسي اٿم. ڪجهه نه منهنجو ڀلو ڪر."

سنڌو شايد ڪمسڪي ويٺي هئي. ڏسان ٿو، هٿ ۾ چانهه جو ڪوپ اٿس.

"ها ها ها ها..." مون کليو، گهر جي چانهه ته پندرهن سالن کان پوءِ ٿو پيان."

مان به صوفا تي ويٺس ۽ چانهه پيئڻ لڳس. ڏاڍي مٺي ۽ پياري هئي اها چانهه. أن کن چڪو ڪجهه ائين لڳم چانهه نه چاچ پي رهيو هوس.

ڪهڙو آهي هيءُ من؟ - پيان چانهه ٿو ۽ ياد نياڻي ٿي اچي، شايد من رکڻ جي اٽڪ آهي. هال ساڳيو آهي مگر الڳ جڳهين تي، الڳ ماڻهو ويٺا آهن. ڪو ڪٿان هلي ٿو، فقط ان ڏانهن ڪڏهن نظر وڃي ٿي، ڪڏهن نٿي وڃي.

من مندر نه آهي جنهن ۾ هڪ ديوتا براجمان هجي. جڳ هڪ بس آهي ۽ سڀ اُن ۾ ويٺا آهن. ويٺا هڪٻئي مٿان هڪرن. من نه ان طرح آهي. البت اُهن جا رشتا الڳ ٿي سگهن ٿا.

ڇاڪاڻ ته ماڻ آئيس ۽ ٻئي ڪمري ۾ بابا جي فوٽي اڳيان وڃي ويٺس. سوچيم: دادا کي رت جو داب ٿيو مگر ڊاڪٽر ڪيس دل جي بيماريءَ جي دوا ڏني، ٻئي ڊاڪٽر دل جي بيماريءَ جي دوا ڏني ۽ ڪن ڪلاڪن ۾ بابا اکيون ٻوٽي ڇڏيون. بابا، اوهان کي نه ماڻ ڪو سک ڏئي نه سگهيس مگر اميءَ کي ضرور ڏيندس. نه، ماڻ هاڻ روئندس ڪونه. بابا، هون کي هن گهر ۾ گيت پڙهڻا آهن. مسڪراهٽون پڙهيون. ڇيرڻ ۾ سنگيت پڙهو آهي.

## صليب

نيهه سال ٿيا آهن سنڌ ڇڏي ۽ هون سترهن سالن جي عمر ۾ سنڌ ڇڏي. سامهون اميءَ جو لاش پيو آهي. ماڻ هن جي پيرن کي پڪڙي ويٺو آهيان. اهائي سينٽرل اسپتال آهي.

اميءَ چيو: سنڌ ۾ لاش موڪلي ٿو سگهجي، ان ڪري ماڻ جڏهن مران ته منهنجو گورو گنگا ۾ نه، سنڌوءَ ۾ پرواهه ڪجو. جڏهن ته رستا کلن. مسافريءَ کي گوري خرچي ڏج. هو منهنجو گورو درياءُ ۾ وجهي اُن لاءِ لمر لکي ڇڏيندو.

اُن کن منهنجو تصور ان درياءُ جو ٻار ڪٽي ٿي سگهجو ۽ جڏهن ۾ اميءَ جا سڳ رکيا هئا. نه منهنجي

ماءُ، مان توکي ڪڏهن به مرڻ نه ڏيندس. مان موت کي اچڻ کان پڪڙي زمين تي ڌڪيندس. مگر موت کي ڪو روپ ڪونهي. اهو پڪڙ ۾ نٿو اچي. جو گل ٽاريءَ ۾ مهڪي ۽ ٽهڪي ٿو، اهو آخر ڪومائجي ٿو ۽ هيٺ ڪري ٿو پوي. اُن سلسلي کي مان چاهيندي به روڪي نٿو سگهان- انسان ڪيڏو بيوس آهي. هو ڪجهه ڪري نٿو سگهي.

پر تو اها فرمائش ڇو ڪئي. موت بعد توکي ڪيئن خبر پوندي ته مون تنهنجا سنڪ، گنگا ۾ نه، سنڌوءَ ۾ پرواهه ڪيا. ڇا اُنهن سنڪن ۾ چيتنا هوندي؟ يا اُن ڌرتيءَ طرف، اُن نديءَ طرف تنهنجو موهه اهڙو گهرو آهي، جو تنهنجي، من ۽ آتما ۽ ماس ۽ نسن مان لڪري تنهنجي هڏين ۾ گهري ويو آهي، جي فقط سنڌوءَ ۾ پرواهه ٿيڻ گهرجن.

پر جي تنهنجو ايڏو موهه آهي ته نه اُن جو اظهار ڪريءَ مون کي ڇو ٿي الائي ٻٽڪ جو احساس ڪرائين، ماءُ، توکان سواءِ مان جي نه سگهندس، مان ائين ٿو چوان مگر توکان سواءِ زندگي ڪهڙي؟ ها مون سرلا لاءِ به ائين سوچيو هو آخر مان فقط ٻاڪ ۾، تنهائيءَ ۾ ٿو جيئان ۽ جيتوڻيڪ منهنجو وجود الڳ آهي. مگر منهنجي وجود جي پوري جوڙ، نس ۽ ساهه ۾، مان ٻاڪ گهٽ، اوهين وڏيڪ آهيو.

هاڻ سامهون ماءُ جو لاش پيو آهي. پاسي واري

پلنگ تي سرلا ويٺي آهي. مان روئان ٿو. فقط چوان ٿو: ماءُ، آخر تون مري ويئينءَ.

هن شرير ۾ ڪا چيتنا، ڪا ڀاونا ڪانهي. هڪ دور آهي پورو، جو ڪڏهن شروع ٿيو ۽ ختم ٿي ويو.

جيل مان آزاد ٿيڻ بعد مان جلدي ڪم تي لڳي ويو هئس. هڪ سنڌي ڊاڪٽر کي اميءَ جو زخم ڏيکاريم ۽ جو آپريشن بعد ٻه پندرهان سال قائم رهيو هو. ڊاڪٽر علاج ته جاري ڪيو مگر هن چيو ته ان زخم هيٺ رت ۾ زهر ڀريو آهي ۽ اهو رت چڱيءَ طرح صاف ڪرڻ ممڪن نه آهي.

مگر علاج ۽ پرهيز سان ڪيس روزاني تڪليف کان بچائي سگهجيٿو.

اميءَ چيو: هاڻ ٻڍي ٿي آهيان. اجايو خرچ ڇو ٿو ڪرين. چيومانس: ماءُ تي ڪيل خرچ ڪو به اجايو نه ٿيندو آهي.

ڊسمبر ۾ مان آئو ۽ واپس ايندي هن چيو، "هينئر سنڌ جا رستا کليا آهن. تون مون کي هڪ دفعو سنڌ وٺي هل نه."

"امي، سنڌ ۾ وڃڻ لاءِ ڪو سبب گهرجي."

"سبب ـ پنهنجي وطن وڃڻ لاءِ سبب؟"

"قاعدي موجب هاڻ اهو اسانجو وطن ڪونهي."

"اهڙو ڪڙو قاعدو ڪو آهي پٽ، جي سنڌ منهنجو

وطن نه آهي ۽ اسان پاڪستاني سنڌي سڏائي نه ٿا سگهون."

"انسان هر جڳهه ساڳيو آهي. شايد تاريخ جي ڦيرڦار ڪري، جدا جدا جڳهين تي، جدا جدا ٻوليون ڳالهايون ويون، آخر سنڌيءَ جي سڃاڻپ ته ان جي ٻوليءَ سان آهي."

"فقط ٻوليءَ سان نه آهي. سنڌ تصوف جي ڀومي آهي. هيٺيئن انهن راشٽرن ڪيترن ۾ ٿيالت، جون ڳالهيون هلي ٿيون. چڪتاڻ ڪان واپسي. يعني امن. تصوف دارمڪ بنياد تي آهي، دئالت سياسي بنياد تي."

"۽ مارڪسواد؟"

"مارڪسواد موجب سماجوادي ۽ سامراجوادي ملڪن ۾ جنگ اٽل آهي؛ مگر اڻويهين صديءَ جي آخرين چوٿائيءَ جي شروعاتي سالن ۽ پنهنجي زندگيءَ جي شام ۾ ڪارل مارڪس اهو تصور ڪري نه سگهيو، حالانڪ تاريخ طرف هن جو نظريو اڄا نه صحيح آهي. سنڌ وري دنيا لاءِ تصوف جو پيغام آهي- سهپ. باقي سامراجواد ۽ جنهن اهو جاگيرداري دور مان پيدا ٿيو آهي، اهو ڀاڳمراد و سماجوادي سرشتي ۾ تبديل ٿيندو. جدلياتي ماديت جي اصول تي ٻڌل آهي."

"مگر درويش ۽ سنتن جي ڀوميءَ جو اهو تصوف ان وقت ڪيڏانهن ويو، جڏهن پاڪستان جو بنياد پيو؟"

"سنڌ جي مسلمانن جي سنڌ جي هندن کان هڪ

گهر هئي نہ ڪنهن سکر واري منزل گاهہ ۾ هئي، مگر ڪانگريس جي ڪن فرقہ پرست اڳواڻن اها جائز گهر قبول نہ ڪئي. سنڌ جي اسيمبليءَ جون چونڊون فرقيوار بنياد تي ٿيون ۽ اهي ٿورا ماڻهو، جي سنڌ اسيمبليءَ ۾ گهڻائيءَ ۾ هئا تن پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ بهتر سمجهيو. دراصل هو عوام جا عيوضي نہ هئا. گهٽ ۾ گهٽ ڪين پاڪستان ۾ رهڻ يا نہ رهڻ جي سوال تي فيصلو ڪرڻ لاءِ اسيمبليءَ ۾ چونڊيو نہ ويو هو. بهتر ٿئي ها نہ اسيمبليءَ کي خارج ڪري لوڪراءِ ورتي وڃي ها ۽ حقو، جيئن سنڌ جي سڀاجهن ماڻهن کي مان سڃاڻان، هو نہ هندستان ۾ اچڻ ها ۽ نہ پاڪستان ۾. سنڌ برابر گهڻو وقت غلاميءَ ۾ گذاريو آهي مگر سنڌ انگريزن جي اچڻ کان اڳ هميشہ الڳ ملڪ رهيو آهي. سنڌ ۾ فساد، سنڌي مسلمانن نہ، مهاجرن ڪيا. مگر هاڻ هو بہ پنهنجي ڌڙي آيل ڌرتيءَ جي اهميت سمجهي رهيا آهن ۽ پاڻ کي لکنوي ۽ دهلوي سڏائي رهيا آهن. انسان جي ڇوٽڪاري جو رستو مٽط مارڪسواد ۽ تصوف آهي. ڇڳو هڪ ڪم ڪر. مان جلدي مران ٿو، منهنجو ڪورو ڪنڪا ۾ نہ، سنڌوءَ ۾ پرواهہ ڪجو."

پاڪستان سان اڃا جنگ وقت هڪ سي. آءِ. ڊيءَ جو ماڻهو اسان جي گهر آيو ۽ هن اميءَ کان پڇيو، "ٻچا اوهين رهندا يا پاڪستان هليا ويندا آهيو؟"

”هل، چو؟“

”اوهان کي ڄڻڪ ته دشمن جو طرفدار ٿو لڳڻ گهرجي.“

”جڏهن توهان هندستان ۽ پاڪستان ۾ ڇاڪو
ڇهين ٿا ته اهو سوال پڇين ٿا؟“

”توهان جو مطلب؟“

”مان نورجهان جا گانا ۽ سنڌي گيت ٻڌڻ لاءِ
ريڊيو پاڪستان هلائيندي آهيان.“

”۽ نورجهان جا گانا اوهين آل انڊيا ريڊيو تان
ڪونه ٻڌي سگهو ٿا.“

”اتان ته مان لتا منگيشڪر جا ٻڌندي آهيان. مگر
اتان نورجهان جا گانا ڪٿان ٿا اچن - سال ۾ هڪ ٻه
ٻڌائن، فقط اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ته هنجو اوهان
ٻهڪار نه ڪيو آهي. نورجهان هندستان ۾ ڄاول آهي
۽ مان ان زمين تي ڄاڻ وقت پاڪستان آهي؟ توهان
ائين سمجهو ته ريڊيو پاڪستان تان هڪ پاڪستاني
هڪ هندستاني ڳلوڪار کي ٻڌي رهيو آهي.“

”مگر هن وقت جنگ آهي.“

”اها جنگ سياستدانن ۽ ڪلا جي نه آهي. باقي توهان
پڪڙڻ چاهين ته پڪڙي سگهين ٿو.“

”اوهان خود چئو ته اوهان پاڪستاني آهيو.“

”پر ۽ پاڪستان اچڻ جو تصور ۾ ئي جسم ۽
ڏڪو، جڏهن مان سنڌ ۾ ڄائي هئس.“

مان چپ چاپ ٻئي ڪمري مان نڪري اچي اميءَ اڳيان بيٺو هوس. سوچيندو رهيس ته جيڪر وقت موقعي جو فائدو وٺي پوليس اميءَ کي گرفتار ڪري ته مان ڪجهه به ڪري نه سگهندس. مون ۾ هاڻ اها جرئت ۽ طاقت نه رهي آهي.

”مگر اوهان کي نوجوانن جا ڪارڊ نه پڙهڻ گهرجن.“

”بيوقوف، توکي صلاح ڏيڻ لاءِ ڪنهن چيو. توکي خبر آهي ته جڏهن بنگلا ديش کي هندستان جون فوجون آزاد ڪرائي رهيون آهن، ان بنگلا ديش جو جنم ان وقت ٿيو جڏهن اوڀر پاڪستان ۾ رهندڙ سنگيت تي بندش پئي. سنگيت جو ورهاڱو نه ٿيندو آهي. تون وڃ هتان. دفع ٿي.“

ڪجهه ڏينهن مان خوف ۾ گذارڻ لڳس ته متان ڪا نئين مصيبت نازل ٿئي. اميءَ جي غير حاضريءَ ۾ مون ريڊيو جو اريئل ڪٿي لڪائي ڇڏيو.

ٿورا ڏينهن ٿيا ته ڪن ترقيپرستن مونکي سڏايو. سنڌ کي آزاد ڪرڻ جي پڙاني ڪئي وئي. اميءَ چيو مان ويندس.

مون چيو: مگر هيءَ غلط ماڻهو آهن. هن چيو: مون کي ڏسڻو آهي، هو ڇا ٿا چون.

ٻئي ڏينهن هڪ وڏو اڳوان آيو. هن جوشيلي تقرير ڪئي. مان ٻڌان، ٻاهرين دروازي وٽ بيٺو هوس.

هن چيو، ”اسين پاڪستان ۾ اورنگزيب جي قبر کوٽي هنجي لاش کي ڦاسي ڏينداسين.“

ڏسان امي اٿي بيٺي آهي. زور سان رڙ ڪري چيائين، ”اورنگزيب جي قبر، پاڪستان ۾ نه، هندستان ۾ آهي.“

”ماٺهن رڙيون ڪيون.“ ماني ويهه. ماني ويهه.“

هڪ عجيب قسم جو ۽ اڻ ڄاتل خوف جو احساس منهنجي من کي وڪوڙي ويو هو. اميءَ کي سوچڻ گهرجي ته هو غلط جڳهه تي غلط ماڻهن اڳيان آئي آهي. ڪيڏن اڪيلي بيٺي آهي. درد سبب لڙ رو جهڪيل مگر آواز بلند. ماڻهو رڙيون ٿا ڪن: ماني ويهه، ماني ويهه

مگر امي نه ويٺي. ڏٺم پاسي کان هڪ جوان ڪيس پاڻهن کان ڇڪي هيٺ وهاري ڇڏيو. سوچيم ته مان ان نوجوان کي ڳچيءَ کان جهليان ۽ کيس هڪ لٺڙ وهائي ڪڍان ته ڇا نوڪي پنهنجي ڪا ماءُ آهي يا نه آهي. مگر مان جرئت ڪري نه.

هن اڳوان چيو، ”اسين مسلمانن جا آلدا چمڙيداسين“

امي وري اٿي اٿي. هن رڙ ڪري چيو، ”سنڌ فقط تنهن لکن سنڌي هندن جي نه هڪ ڪروڙ سنڌي، مسلمانن جي به آهي. سنڌ سنڌين جي آهي. اوهين ماڻهن ۾ نفرت جو زهر نا وجهو. ڪجهه سمجهو منهنجا پيارا!“

ڏسان ته هاڻ کيس هڪ ٻئي نوجوان ڌڪو ڏنو

ڪرڻيءَ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. مان اُٺي پهچي ٿو وڃان ڏسان ٿو، سنڌو ٻاهر ۽ سرلا اندر ويٺي آهي.

مان دروازي ڏي ڀڄان ٿو اچي. ڏسان ٿو. سامهون امڙ جو لاش پيو آهي. منهن ۽ پير ڪليل اٿس. اکيون بند. ڏسي ڇڏيا هن ماڻهو!

مان ڪافي وقت دروازي کي ڀڃي ٿو رهان ۽ آخر ماءُ جي قدمن ۾ جهڪي ٿو وڃان. مان پنهنجي پنهنجي هٿن سان هن جي پيرن کي جهليان ٿو. پير سخت آهن، مگر ٿڌا آهن.

چوان ٿو: ماءُ، آخر تون مري ويئينءَ!





نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڪوٽ ڪبڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو، تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

قدرت جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) ١٩٩٥ع

سانڍ سهس ڪجن (شاعري) 2021ع

ٻره منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 3919786 - 0344

3404488 - 0300

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان "سورهه" ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488